# ڪي وسرن نه مور

(ڪبهنا)

نورالدين سرڪي

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | ڪي وسرن نہ مور |
| موضوع | : | خط |
| سهيڙيندڙ | : | نورالدين سرڪي |
| ڪتاب نمبر | : | 16 |
| ڳاڻيٽو | : | هڪ هزار |
| سال | : | آڪٽوبر 2001ع |
| ڇپائيندڙ | : | سنڌ ادبي اڪيڊمي.<br>5 - شيخ سلطان ٽرسٽ بلڊنگ<br>سول لائين، بيومانٽ روڊ، ڪراچي<br>فون: ٥٦٨٣١٤٧ ـ ٧٧٨٢٥٩٧ |
| ڇپيندڙ | : | الجنت پريس ـ ڪراچي |
| قيمت | : | 70 روپيا |




# ترتيب


| | |
|---|---|
| اڌ ملاقات ........................ ستار | 5 |
| موتي رام رامواڻي | 9 |
| لوڪرام ڏوڏيجا | 59 |
| جيوت چاولا | 77 |
| هري موٽواڻي | 89 |
| گوبند پنجابي | 99 |
| اي جي اتم | 107 |
| درباري لال | 113 |
| ڪيرت ٻاٻاڻي | 125 |
| سري چند ڪنگراڻي | 130 |
| ديو ڪشن ڪيمنداس لکياڻي | 131 |
| وينا شرنگي | 137 |
| سندر. ڪي. موٽچنداڻي | 140 |
| موتي پرڪاش | 141 |
| ڪلا موتي پرڪاش | 143 |
| وشنو ڀاٽيا | 145 |
| لڇمڻ ڀاٽيا ڪومل | 147 |
| نند جويري | 149 |
| گيان هيمناڻي | 115 |
| اين. ڪي. ڪيول راماڻي | 135 |
| جئي وير | 155 |
| روپ چند ميڙائي | 156 |
| هرگوبند | 158 |
| ڊاڪٽر شوانند | 159 |

# انتساب

کيئلداس فانيءَ جي نانءِ،
جنهن علم سان گڏ ادب به سيکاريو.

- نورالدين سرڪي

ڪي اوڏا به ڏور، ڪي ڏور به اوڏا سپرين،
ڪي چڙهن نه چت تي، ڪي وسرن نه مور،
جيئن مينهن ڪنديءَ پور، تيئن دوست وراڪو دل سين.

# اڌ ملاقات

عام چوڻي آهي تہ خط اڌ ملاقات هوندو آهي، جيتوڻيڪ خط لکڻ ايترو تہ خانگي معاملو هوندو آهي جو ان لاءِ چيو ويندو آهي تہ اوهان ٻئي جو لکيل خط، پوءِ ڀل اهو اوهان جي ٻاءُ ڏانهن ڇو نہ هجي، ۽ کٽي اهو کليل بہ هجي پر پڙهڻ نہ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ لکڻ واري جا، جنهن ڏانهن خط لکيو ويو آهي، ان سان الاجي ڪهڙا تعلقات هجن. ممڪن آهي ان ۾ اوهان جي تعريف ڪيل هجي يا ممڪن آهي اوهان جي خلاف هجي، ان جو اهو مقصد ٿيو تہ خط اهڙي امانت آهي، جنهن ڪي جيترو ٿي سگهي باسلامت پهچائجي پر ڪي خط اهڙا بہ ٿيندا آهن، جن ۾ ملڪ، قوم، ٻولي، ادب، جذبات، اقرار، اعلان، اجتماعي خوشي يا اجتماعي دک درد سلبا آهن يا انهن جي باري ۾ عام ڪي ٻڌائڻو هوندو آهي، اهڙا خط عام طور تي جڻ قوم جي امانت ٿي ويندا آهن، انهيءَ ڪري انهن جو ڇپجڻ انتهائي ضروري ٿي پوندو آهي.

”خطن جو سوانحي مطالعو“ ڪندي، اسان جو جاکوڙي دوست ڪليم لاشاري لکي ٿو تہ: ”خطن رستي ماڻهو دلي ڪيفيتون، شخصي تعلق، زندگيءَ جا راز، ڳجهہ ڳوهہ، ڪاوڙ، محبت، بيچيني، سک ۽ سور .... مطلب تہ هر جذبي جو اظهار ڪري ٿي سگهيو. ائين خط دلي تعلق قائم رکڻ جو هڪ وڏو ذريعو بڻجي ٿو.“ مٿي ڏنل مثال مان ظاهر آهي تہ خط بنهہ ذاتي ڳالهين جو اظهار ڪرڻ لاءِ لکيو يا موڪليو ويندو آهي، پر ائين ناهي. ادب ۾ اديب هڪٻئي جي ادب پارن تي پنهنجي راءِ جو اظهار ٻن طريقن سان لکت ۾ ڪري سگهندا آهن. هڪڙو اظهار جو طريقو ان ادب پاري تي تنقيدي چنڊ ڇاڻ يا تبصرو ڪرڻ يا وري خط رستي ان ادب پاري بابت پنهنجي راءِ جو اظهار ڪرڻ آهي.

ان حوالي سان خطن جا ڪيترائي قسم ٿي وڃن ٿا ۽ ادب جي دنيا ۾ ڪيترن ئي وڏن وڏن اديبن، مفڪرن، دانشورن، شاعرن ۽ سياسي دانائن جا خط مشهوري ماڻي چڪا آهن. مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب ۾ ئي 20 ڪن شخصيتن جا خط ڇپيل آهن. جڏهن تہ ان جو بہ اعتراف ڪيو ويو آهي تہ ڪيترائي خط هن ڪتاب ۾ اچڻ کان رهجي

ويا آهن. خطن ۾ هر قسم جا مسئلا طئہ بہ ڪيا ويندا آهن، ڳوڙهن ۽ ڳنڀيرمسئلن تي اپٽار پڻ ڪئي ويندي آهي. اهڙن خطن جي ادب ۾ پڻ جوڳي جاءِ آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي ادب ۾ بہ ڪيترائي خط ڇپجي مقبوليت ماڻي چڪا آهن. جن ۾ سڀ کان وڌيڪ مشهور خط شيخ اياز جا لکيل محمد ابراهيم جويو ڏانهن آهن جيڪي "جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي" جي نالي سان ڇپيا هئا ۽ پنهنجي ڇپائيءَ جي وقت کان اڄ ڏينهن تائين مشهور آهن ۽ پڙهي پسند ڪيا وڃن ٿا. انهن کان سواءِ هڪ ڪتاب سائين جي- ايم- سيد پاران لکيل خط سندس ڌيءَ ڊاڪٽر درشهوار سيد ڏانهن، ٻن اديبن جا خط، عبدالقادر جوڻيجو ۽ محمد ابراهيم جويو جا هڪٻئي ڏانهن لکيل خط پڻ 1999 ۾ ڇپيا آهن. انهن کان سواءِ ڪجهہ ٻين ٻولين مان ترجمو ٿيل خط بہ ڇپجي مقبوليت ماڻي چڪا آهن. تاجل بيوس ڏانهن بہ آيل مختلف اديبن، ادب دوستن ۽ پڙهندڙن جا خط، ڪتابي صورت حاصل ڪري چڪا آهن.

هي ڪتاب پڻ مختلف ڀارتي اديبن طرفان مختلف وقتن تي لکيل سهيڙيل خط آهن. جيڪي هنن پنهنجي هم عصر، هم عمر، دوست سائين نورالدين سرڪي کي لکيا آهن. انهن اديبن مان ڪيترائي وڏي نالي وارا اديب آهن، جن مان ڪجهہ نالا هي آهن. اتم، گوبند مالهي، گوبند پنجابي، جيوت چاولا، موتي پرڪاش، موتيرام رامواڻي، وينا شرنگي ۽ ٻيا ڪجهہ.

هنن خطن ۾ پڙهندڙ کي صرف انهن اديبن جي پنهنجي ڌرتي، سنڌ ۽ دوستن لاءِ خلوص جي بوءِ ملندي، باقي هنن خطن ۾ نہ ڪي منجهيل ادبي مسئلن تي بحث آهن، نہ ئي ملڪي يا غيرملڪي سياسي صورتحال تي. انهيءَ ڪري هنن مان اهڙي توقع رکڻ نہ گهرجي. مثال طور وينا شرنگي 31 آگسٽ 1987ع تي هي خط "لطيف ڪانفرنس" ۾سرڪي صاحب کي شريڪ ٿيڻ لاءِ لکيو آهي: "ٻين سڄڻن وٽان شرڪت جي قبوليت اچي چڪي آهي ۽ ڪن جا پيپر بہ پهچي چڪا آهن."

اتم، 6 جون 1982ع تي پنهنجي لکيل خط ۾ لعل پشپ جي ناول 'آسمان تائين ديوار' جي باري ۾ لکيو آهي. اتم جي خطن مان پروڙ پوندي تہ اديبن جو ناهہ نہ هِتي آهي نہ هَتي، هو لکي ٿو: "لعل

پشپ کھڙو ادب لکندو آهي، ان جو تازو سيمپل سندس ناول "آسمان تائين ديوار" آهي، ونئي موکليان ٿو." اکثر ڀارتي سنڌي اديب ڪتابن جي ڏي وٺ ڪندا آهن روپچند ميزائيءَ جو هي خلوص ۽ يادگيري ڏسو. هو پنهنجي 7 نومبر 1986ع واري خط ۾ لکي ٿو: "هت اوهان کي وساري ڪونہ ويٺا آهيون، مان تہ جڏهن توهان واري ڪمري ۾ اچي ويهندو آهيان تہ اوهان جو نظارو اکين اڳيان اچي ويندو آهي، قسمت ۾ جدائي لکيل هئي سان آئي."

مشهور اديب ڪيرت ٻاٻاڻي پنهنجي جنوري 1989ع جي خط ۾ نئين سال جون واڌايون ڏيندي لکي ٿو تہ: "اوهان وٽ نئون سال پوري آب تاب سان ۽ سورنهن سينگارن سان وارد ٿيو آهي. شال اوهان سيني لاءِ خوشين ۽ نون حاصلاتن جا سورج کلي پون. اسان جي اهائي دعا آهي." هڪ ٻئي خط ۾ جيڪو ڪيرت ٻاٻاڻيءَ 28 جنوري 1988ع تي لکيو آهي، سنڌ جي ڌرتيءَ لاءِ اکير تہ ڏسو: "اها قرب ڀري ڪوٺ تہ مان هن سال ڌرتيءَ ماءُ جي مٽي لڳن کي لائي وڃان! اکيون اشڪبار آهن. دل اداس آهي، اوهان جي وات ۾ گلاب. مٽان ڏهاڪن جون آسون ڪٿي سچ پچ پوريون نہ ٿي پون." هڪ ٻي ڳالهہ اها بہ آهي تہ ڀارت ۾ رهندڙ سنڌي اديبن کي سنڌ ۾ ڇپيل ادب ۽ هتي جي راڳين جا ڳايل راڳ بيحد پسند آهن. ان جي هڪ جهلڪ لڇمڻ ڪومل جي 22 اپريل 1991ع جي خط مان پوندي، جنهن ۾ هن لکيو آهي تہ: پهرين مئي تي دهليءَ کان نيويارڪ، آمريڪا وڃڻ دوران ڪراچيءَ ۾ بہ راتيون ۽ هڪ ڏينهن ترسڻ جو سبب ئي اهو آهي تہ: "مونکي ڪراچيءَ ۾ دوستن سان گڏجڻ ۽ مڪتبہ اسحاقيہ مان ڪجهہ ڪتاب وٺڻا آهن ۽ ٿي سگهيو تہ شاليمار ڪمپنيءَ جون ڪي وڊيو ڪيسٽون بہ وٺان، ان ۾ منهنجي مدد ڪريو." اهڙيءَ طرح اوهان کي هنن خطن ۾ اکثر ڪتابن جون فرمائشون.ضرور ملنديون. ان جو سبب اهو آهي تہ هند ۾ رهندڙ اديب، سنڌ ۾ ڇپيل نئون ادب پڙهي، پرکڻ چاهين ٿا. ان سان کين پنهنجي ڌرتي، قوم ۽ ٻوليءَ جي جيڪا چاشني ملي ٿي سا سندن رت ۾ واڌارو پيدا ڪري ٿي. اها ڀارت ۾ ڳالهائجندڙ ٻي ڪنهن بہ ٻوليءَ مان ملڻ محال آهي. اها انساني فطرت آهي. ٿورو بہ ڳوٺ کان ٻاهر وڃبو آهي تہ ڳوٺ جي اکير. ڪڏهن ڪنهن ڳوناڻيءَ سان ڪچهري ڪري، ڳوٺ جي مٽن مائٽن، يارن دوستارن کي ساري، ڳوٺ جي ڳلين، گهٽن

گهيرن، ڏنڊن ڏورن ۾ پنهنجن کي ساري جا خوشيءَ جي خوراڪ ميسر ٿيندي آهي، اها ڪنهن به مٺائي يا طعام مان حاصل نه ٿي سگهندي آهي. ان لحاظ کان اوهان سوچي ڏسو ته جيڪي هن ڌرتيءَ تي ڄاوا، نپنا، وڏا ٿيا، راحتون ۽ رساما ڪيائون، ماٺيائون، هاڻ انهن کي پنهنجي ڌرتي، اهي گهر، اهي گهٽيون، اهي دوست، اهي پاڙيسري، جن کي هر روز ڏسندا هئا، انهن کي ڏسڻ، ملڻ ۽ ڳالهائڻ جي ڪا راهه ئي نه ملي ته هنن جي من تي ڇا ڇا نه گذرندي هوندي. مون کي ياد آهي موهن ڪلپنا جو ناوليٽ 'جلاوطن'، جنهن ۾ هن لکيو هو ته: "ڪو ته در ڪلي پوي سنڌ ڏسڻ جو." موهن ڪلپنا پنهنجي زندگيءَ جو سفر پورو ڪري ويو ۽ اها خواهش سرڳ ۾ ساڻ کنيو ويو، پر سندس زندگيءَ ۾ سنڌ جي ڌرتي ڏسڻ نصيب نه ٿيس.

اسين هي خطن جو ڪتاب ڇاپي، ڪين به اها پڪ ڏيارڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون ته اسان به ڪين وساري نه سگهيا آهيون، سندن ڪتاب هتي به ڏاڍا پڙهيا ويندا آهن. ڪين ڏسڻ لاءِ هتي به ڪيترائي دوست، هم عصر، هم عمر ۽ نوجوان نسل جا ليکڪ اديب هر وقت آتا هوندا آهن. شل نه خبر پوي ته ڀارت مان ڪو سنڌي اديب آيو آهي، اسان مان هرڪو ساڻس ملڻ لاءِ، ڏسڻ لاءِ، ڳالهائڻ لاءِ آتو هوندو آهي.

اميد ٿي ڪجي ته هي ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ اسان جا ڪيترائي نوجوان انهن اديبن سان رابطا ڪندا، هڪٻئي جي احوالن ۽ خيالن کان واقف ٿيندا، پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته ڀارت ۾ رهندڙ اديبن جو نئون نسل سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ کان وانجهيو پيو وڃي. اسان لاءِ اها ڳالهه ڏاڍي ڏک ڏيندڙ آهي. ساڻ سلامت.

ستار

تاريخ: 29 جنوري 2001

پتو:

14 - ڊي، گلشن ڪامپليڪس فيز-2،

گلستان جوهر، بلاڪ 19، راشد منهاس روڊ،

ڪراچي- 75290

## موتيرام رامواڻي

چم سال: سال 1910

چم جو هنڌ: اولڊ ٽائون، ڪراچي.

ڪم: سماجي ڪارڪن، پبلشر، مضمون نويس.

ادبي خدمتون:

سنڌي ادبي سنگت جو بنيادي رڪن.

ڀهرين سنڌي ادبي سنگت ڪنوينشن جو سرگرم رڪن.

سنڌي ادبي گهر ڪراچي قائم ڪرڻ ۾ سهڪار.

ڪتاب:

١) شاهاڻو شاهه 1983 – مضمون

٢) لطيفي لات – مرتب

٣) سچل سائين – مرتب

۴) رتن جوت 2 ڀاڱا – مرتب

۵) يادگيريون ۽ رهاڻيون – مرتب

٦) سنڌ ۽ اسان جو ورثو 2 ڀاڱا – مضمون

٧) لطيفي رهاڻ – مضمون

٨) تارا نڪت ڪتيون – تحقيقي مضمون

٩) چيئمل پرسرام جا مضمون – مرتب

١٠) سمنڊ سوجهيل سپون – مضمون

رهائش: ممبئي – ڀارت

وفات: 90 سال عمر 1998 ۾ لاڏاڻو.

پيارا سرکي

اوهان جو 25 جنوري وارو خط مليو. خط حاصل ڪري نهايت خوشي ٿي. اهائي اميد تہ اهو خط پٽ جو سلسلو جاري رهندو.

اهو بہ احوال معلوم ٿيو تہ شمس بلڪل نيڪ آهي. اڄ توهان جي گهر ۾ هڪ ننڍي ڪڪي. شهلا گهر جي رونق ۽ خوشيءَ جي واڌ ويجهہ منڍل ۾ اضافو ڪندي هوندي. شهلا ۵ مهينن جي ٿيڻ تي آهي. ٻهريون ٻار مائٽن جي زندگيءَ ۾ بہ انقلاب آڻي ٿو.

مان اهو ڄاڻڻ لاءِ منتظر هوس تہ جويو صاحب ڪٿ ٿو وسي. اها ڄاڻ هئم تہ لاهور بدلي ٿي هئس. دل اهو ٿي چاهيو تہ هو لاهور ڇڏي سنڌ ۾ اچي وسيو هجي. اوهانجي خط اها خوشخبري ٻهرين ڏني. انهي بعد ربانيءَ جي خط ۾ دواران پڻ اهو احوال معلوم ٿيو. جوبي کي بہ خط لکيو اٿم.

هندستان هڪ وڏو ديس آهي. شيخ اياز ۽ رشيد ڀٽي دهلي. آگرو ۽ بمبئي مان ٿي واپس ورن. تہ شولاپور ۾ وسندڙ ڪي هرگز پتو نہ پئجي سگهندو. شولاپور بمبئي کان 300 ميلن جي فاصلي تي ۽ ڏکڻ ۾ آهي. شولاپور حيدرآباد دکن کان 150 ميلن تي آهي.

جويو سنڌي ادبي بورڊ تي آنرري سيڪريٽري ٿي اچي اها جويي جي شان ۾ وڏي اهميت رکندڙ ڳالهہ آهي. جويي سنڌي ادبي بورڊ جي ٻوٽيءَ کي هڪ قابل ۽ ڄاڻو ماڻهو جي حيثيت ۾ وڌايو ۽ ڦهلايو. ڪي شڪتيون اهو سهي نہ سگهيون. گهٽ گهڙڻ لڳيون. پنهنجن منصوبن ۾ ڪجهہ قدر ڪامياب بہ ٿيون. پر هاڻ کين چماٽ لڳي آهي.

عبدالواحد سنڌي صاحب جي نوازش ٿيندي رهي آهي. نئين زندگيءَ جا ڪجهہ پرچا اڳئين سال بہ مليا هئا. هن سال ۾ جنوري ۽ فيبروريءَ جا پرچا ملي ويا آهن. جنوري مهيني ۾ ابراهيم جويي. سراج ميمڻ ۽ غلام رباني جا فوٽا بہ نئين زندگيءَ ۾ ڏسي سگهيس. نئين زندگي ڪجهہ يادگيريون تازيون ٿي ڪري. سنڌي صاحب کي قرب ڀريون يادگيريون ۽ سلام ڏيندا.

اياز قادريءَ نسبت احوال پڻ معلوم ٿيو. ڪيس احوال نہ لکيو اٿم. ڪجهہ ڏينهن اندر ڪيس ضرور خط لکندس. اياز گهڻي وقت کان سوچي رهيو هو تہ وچي لاڙڪاڻو وسائي. سو ائين ٿي سگهي تہ ڪاليج کي ڇڏي وچي لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪري.

عبدالغفور انصاريءَ وٽان عيد ڪارڊ پهتو اٿم. فقط ڪارڊ آيو. پر پاڻ ؛ لڪل يادگيريون بہ ساڻ ڪٺي آيو. ڪارڊ هٿ ۾ جهلي. ڪي گهڙيون اکين اڳيان يادگيريون تري ٿيون اچن. سڪ پريو سنيهو پڻ ٿو ملي.

ساجد وٽان وقت بہ وقت قرب جي نوازش ٿيندي آهي.

هاڻ پنهنجي نسبت حال احوال. مان پنهنجي گهر جي ڀاتين سميت بلڪل نيڪ ۽ مزي ۾ جيوت گهاري رهيو آهيان. چڱي مشغولي آهي. جنهن ڪري من ڪرت ۾ رڌل آهي. وقت چڱي طرح گذري رهيو آهي. صحت ۽ رنگ ۾ اڳ کان ڪجهہ اڳرو ئي آهيان.

ڏنڌو بلڪل وڏو آهي. ڇا ڳالهہ ڪريان. هن وقت بہ 20 لکن جو اسٽاڪ هٿن ۾ آهي. اهو سڀ ٿلهي آهي. روزانو 25 هزار ٿلهي جو مل ۾ ڪاپو آهي. مل کان سواءِ ٻيا بہ ڏنڌا آهن. ٻن سالن جي آزمودي بعد ڏنڌي کي سمجهڻ ۾ مشڪلات ڪانهي. لمٽيڊ ڪمپني آهي. ۽ اڪائونٽ آڊيٽرز چيڪ ڪندا آهن. سو اڪائونٽ ۽ پيو ڪاروبار پوري ڍنگ ۾ رکڻو پوندو آهي.

بابو اڪائونٽ سيڪشن سنڀاليندو آهي. ڏنڌي لاءِ مينيجر آهي. مان سڄي ڪاروبار تي ڏيک ريک رکان ۽ انتظام ۽ ڪاروبار ۾ دلچسپي رکان. روزانو هيڊ آفيس کي ڪاروبار جي رپورٽ پيش ڪرڻي پوندي آهي.

مشغوليءَ هوندي بہ دل ۾ اها چاهنا رهندي آهي تہ ڪجهہ لکندو بہ رهان. سو صبح جو سوير يا رات جو ۽ آرتوار ڏينهن جڏهن پور پوي تہ قلم هلايان. ڪراچي ۾ لطيفي رهاڻ جي سري سان (شاهہ جي رسالي تي هڪ نظر) مضمون نئين زندگيءَ ۾ ڇپيا هئا. سر ڪلياڻ جا ٽي داستان ۽ سر يمن ڪلياڻ جو هڪ، اهي سڀ مضمون هڪ ڪتاب ۾ درج ڪيا هئم.

اهي نقل ڪري هت هفتيوار هندواسيءَ ڏانهن موڪليم. اهي هندواسيءَ ۾ ڇپجي چڪا. اهي مضمون "شاهاڻو شاهه" جي سري سان ڏنم. هندواسيءَ جي ايڊيٽر مضمونن ۾ دلچسپي ورتي. ٽپ ٽپ تي ٻه سرا ڏيئي بلئڪ ٽائپ ۾ ڇپيا. مکيه ڳالهه اها جو مضمون کي نظر مان ڪڍي، هرهڪ خيال تي پنهنجي ڍنگ ۾ سرا ڏنا. ڪي مونکي نه ٻه وڻيا. پر مکيه ڳالهه اها ته ايڊيٽر مضمونن ۾ دلچسپي ضرور ورتي. جڏهين مضمون لکي موڪليان، ته بروقت ڇاپي هيٺ اچي وڃي. سو هفتيوار اخبار سان پڄڻ مشڪل ڪم آهي. سو اها چاهنا رهندي آهي. داستان پورو ڪري، ڪتاب ۾ درج ڪري، اخبار لاءِ تيار ڪندو رهان. اهي سڀ چڱو چوکو وقت وٺنديون آهن.

هند سرڪار پاران ساهتيه اڪيڊمي پاران ٻه سيني ٻولين ۾ ڪتاب ڇپبا رهندا آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتاب نڪتا آهن ۽ نڪرندا رهن ٿا. انهن جا تفصيل ۽ انهن نسبت خبرچار پئي خط ۾ ڏيندس.

سيني دوستن لاءِ يادگيريون ۽ سلام.

شمس ضرور لکندي هوندي. اردو مان ڪي چونڊ ۽ خاصا افسانا ۽ مضمون هوءَ سنڌيءَ ۾ سولائيءَ سان آڻي سگهي ٿي. نئين زندگيءَ ۾ ڪي افسانا آيل ته ضرور آهن.

اميد ته اوهان بلڪل ٺيڪ ۽ مزي ۾ هوندا. شمس لاءِ يادگيري ۽ شهلا لاءِ پيار.

اوهان جو

موتيرام رامواڻي

9/01/1965

نورالدين سرڪي

وڏو عرصو گذري چڪو آهي تہ هڪ ٻئي کان خط پٽ ڪونهي. اهو سلسلو صفا بند رهڻ نہ جڳائي.

آگسٽ مهيني ۾ رجسٽرڊ پوسٽ رستي ڪتابن جا بنڊل موڪليا اٿم. هڪ بنڊل جنهن ۾ ٻہ ڪتاب هئا. هڪ "متيءَ جا پتلا" ۽ ٻيو "ٻہ سيران" جي 14/06/64 تي رجسٽرڊ ڪيا هئم ۽ ٻيو بنڊل جنهن ۾ "امرديپ" شري ناگراڻي (سيشن جج) جو اصلوڪو ناول آهي. ان جا ٻہ ياڳا هڪ ئي بنڊل ۾ هئا. اهي ٻئي رجسٽرڊ پارسل اوهان جي گهر جي ائڊريس تي موڪليا هئم. ڏينهن جو آفيس بند رهندي آهي. سو خيال ڪيم تہ گهر جي ائڊريس تي موڪلڻ سان هٿن ۾ اچڻ ۾ دير نہ پوندي .

اهو آگسٽ 64 وارو زمانو هو. اڄ جنوري 1965 آهي. موٽ ۾ پهچ بابت ٻہ اکر ڪونہ پهتا آهن. ائين ٿو لڳي تہ ڪتاب روڪجي پيا آهن. شايد ڪسٽمس جي قاعدن ۽ قانونن جي چڪر ۾ اچي بنڊلن کي روڪيو ويو آهي. مهرباني ڪري انهي ڏس ۾ احوال ضرور ڏيو.

ڏياريءَ جي موقعي تي پڻ قرب ڀريون اچائون (ڪارڊ) موڪليون هئم.

مان اوهان جهڙن دلدار دوستن کي وساري نہ ٿو سگهان. گهر ۾ ڪڏهين ڪڏهين ڳالهين جو ذڪر ٿيندو رهندو آهي. شمس کي بہ چڱي طرح ياد ڪيو آهي.

شولاپور ۾ رهڻ سان ائين ٿو لڳي تہ ڄڻ تہ حيدرآباد سنڌ ۾ وسندا ٿا رهون. ڪيترين ئي ڳالهين ۾ ٻئي شهر هڪجهڙا آهن.

شولاپور ۾ وسندڙ سنڌي ڀائرن جو تعداد هڪ هزار کن ٿيندو. انهن ۾ ڪي گهر شڪارپوري ۽ باقي گهڻو تعداد انهن جو آهي جي اپر سنڌ جي ڀرپاسن ۾ وسندڙ هئا. هت گهڻن جو ڌنڌو ڪپڙي جو آهي. ٿورا ٻڌا واپاري ۽ گهڻا ريزڪي دوڪاندار. باقي ٻيا بہ ٿورا دڪاندار. شمار ڏهاڪو کن صرافڪو بئنڪنگ جو ڪم ڪن. ڪي پاڪستان کان اڳ جا بہ وسندڙ آهن.

تي سال شولاپور ۾ رهڻ سان. انهن سنڌي ڀائرن سان لهہ

وچڙهه قائم ڪري. هن وقت شولاپور ۾ "سنڌو سماج" سنٿا برپا ڪري سگهيا آهيون. گذريل ڏياريءَ جي موقعي تي هڪ پريتي ڀوڄن ڪيوسون. اهو شولاپور روٽري ڪلب هال ۾. هرهڪ کي هڪ روپيه جو ڪوپن ونڻو پيو. ان کان اڳ هليءَ تي به ڊنر ڪئي هئيسون. اهڙي ريت ڪاڏي جي ٽيبلن تي ميلاپي ميڙ ٿيا. انهن جو اثر وڻندڙ ٿيو. سنڌو سماج انتظام هيٺ آيو. ڀائرن مونکي سماج جو پريزيڊنٽ چونڊيو آهي.

سماج پاران ڪلچرل پروگرام. پريتي ڀوڄن ۽ ٻيا ڪم ٿيندا رهندا. سنڌي لائبرري جو مهورت 3 جنوري تي ڪيو اٿئون. 12 سو روپيا ڪٺا ڪري، ڪٻٽ. ٽيبل. ڪرسيون ۽ ڪتاب خريد ڪيا اٿئون. ڪتابن کي ناسي ڪور. نمبر. جنرل رجسٽر ۽ لسٽ وغيره تيار ڪرڻ ۾ منهنجي ٻارن چڱو حصو ورتو. هاڻ لائبرري هلي رهي آهي. ساڻس گڏ سنڌي اخبارن روزاني ۽ هفتيوار سان ريڊنگ روم.

ٻارن لاءِ پرائمري تعليم هن وقت ڪم چلائو ڊنگ ۾ ڪم هلندو رهيو آهي. اهو ڪم ميونسپل ڪارپوريشن پاران آهي. جلد انهي ڏس ۾ گهربل ضروري ۽ ڪارائتو ڌيان ڏيئي ڪم کي چڱي ڍنگ تي آڻبو. سنڌي ٻار سنڌي تعليم چڱي طرح پرائين. اهو اسان جو مقصد ٿيندو.

ڀائرن ۾ اتساهه ۽ امنگ آهي. مونکي به پنهنجي پراڻي عادت موجب. ڪجهه عملي ڪم ڪرڻ جو موقعو ملي رهيو آهي. شولاپور ۾ وسندڙ سنڌي ڀائر اڳ کان وڌيڪ آسودا ٿيا آهن. اهو قبول ٿا ڪن. مهاراشٽرا ۾ سنڌين کي پاڻ وسائڻ لاءِ ڪشادو ميدان آهي.

منهنجي ساهرن واري فرم شولاپور جي مکيه فرمن مان هڪ آهي ۽ سنڌين ۾ وڏي ۾ وڏي. ڏنتو وڏي پيماني تي. سو ڏنڌي ۾ چڱو چوکو ڌيان ۽ وقت ڏيڻو ٿو پوي.

نئين زندگي گهڻن مهنين کان ڪانه ٿي اچي. ساليانيءَ چندي جي رسيد هڪ پرچيءَ ۾ ٻيل هئي. اهو چندو ڪنهن ڀريو هو. تنهنجي سڌ ڪانهي. پر رسالو 12 مهينا ڪونه آيو. الائي جو بند ٿي ويو. رسالو ملندو هو ته ڪي اڳوڻيون يادگيريون تازيون اوس ٿينديون هيون. نئين زندگيءَ ۾ جوبي. سراج ۽ رباني جا فوٽا به هئا.

هندستان ٽائيمس ۽ هندستان اخبار دواران پاڪستان جو احوال معلوم

ٿيندو آهي. چوندون ٿيون ۾ ڪراچيءَ ۾ تازو ڇا وهيو واپريو. تنهنجي ڪجهہ جهلڪ ملندي آهي.
اڳ پڙهيو هوم تہ اسلاميہ ڪاليج ۾ پوليس گهڙي آئي. ۽ پروفيسرن ۽ شاگردن تي لٺين جو وسڪارو ٿيو. انهي وقت اوهان منهنجي اکين اڳيان تري آيا.
اسلاميہ ڪاليج واري ڪاهہ تي ڪراچيءَ جي ڪيترين تعليمي سنستائن جو زوردار اعتراض بلڪل واجب آهي.
سنڌي ساهت جي رفتار ڪيئن آهي؟ڪهڙا نوان ڪتاب. ڇاپڻ جهڙا نڪتل آهن؟
جوبي جو برابر ائڊريس ضرور موڪلجو. ساڻس گڏجڻ جو موقعو ملي تہ ڪيس منهنجي پاران پيار ۽ قرب ڀريون يادگيريون ضرور ڏجوس. مون هڪ وڏو خط ڪيس لکيو هو. جنهن بعد ڏياري جو ڪارڊ. الائي ڪيس مليا آهن يا نہ.
هندستان پاسي اچڻ جو خيال ڏيکاريو هيوَ ڪڏهن ٿو اچڻ ٿئي
شهلا هاڻي اڍائي سالن جي ٿيندي. سندس لاءِ پيار. شمس لاءِ يادگيريون.
اسين سڀ مزي ۾ آهيون. مان پنهنجي چڱي رنگ ۾ آهيان. منهنجي ننڍي ڪڪي شارڌا سڪول ۾ پاڻ چڱو موڪي رهي آهي.
ساجد سرشاري بابت حال احوال ڏئي سگهو تہ مهرباني. مونکي گهڻي وقت کان ڪانئس احوال ڪونهي.
اياز قادري لاڙڪاڻي ۾ آهي. خط آيل آهي. غفور انصاري وٽان عيد ڪارڊ آيو هو. رباني تہ ڏياريءَ جو ڪارڊ موڪليو. سنڌي صاحب ملي تہ ڪيس منهنجي پاران سِڪ ۽ قرب جو سنيهو ڏجوس.
پوهوُ بابت ڪا خبر چار ۽ جي ائڊريس ملي سگهي تہ ضرور ڏيو. وڌيڪ ٻئي دفعي.

اوهان جو

موتيرام راموائي

6/12/82

پيارا نورالدين سرڪي

اوهان جـو 19 نومبر وارو خط. ڊسمبر جي 3 تاريخ تي برابر پهتو. اوهان ائڊريس تي فقط نيشنل هاسپٽل، بمبئي لکيو آهي. نيشنل هاسپيٽل سبب اهو خط برابر اچي پهتو آهي. ڪجهہ ڏينهن ٽپال وارن کي لڳا هوندا. مهيم، بمبئي 400016 نہ هئڻ سبب.

ڏياريءَ جي ڏينهن ۾. منهنجا خيال اوهان ڏانهن ضرور ويل هئا ۽ ارادو ڪيـــو هوم تہ هڪ خط اوهان کي لکندس پر اهو ٿي نہ سگهيو. ڏياريءَ جي ٻئي ڏينهن تي، هڪ سنڌي بزرگ، شري هريرام ڏيارام مـاڙيوالا. پنهنجي جيـون جي سفـر جا 90 ســال پورا ڪري، پرلوڪ پڌاريو هو. هو بزرگ، منهنجو بزرگ دوست هو. وٽس، وقت بہ وقت وڃڻ ٿيندو هو. وڏي اوشا سبب، جسمانيءَ ريت، گهر جي اندر رهندو هو. پر سندس دماغي طاقت سالم هئي. اخبارون ۽ رسالا برابر پڙهندو هو. ديس جي حالتن کان پوريءَ ريت واقف هوندو هو.

هي بزرگ، ديس جي پهرين ستياگرهہ هلچل جو پهريون سنڌي ستياگرهي سورمو هو. پهريون ستياگرهہ 1919 ۾ شروع ٿيو. 6 اپريل 1919 تي، ڪراچي شهر ۾ پهريون دفعو هڙتال ٿي هئي. هن صاحب ڪراچيءَ ۾، گاڏيوارن، ٻنگين، حجامن، موچين، ماڇين، ڪاساين، بلڪہ ڪيرين جي پنچائتن وٽ وڃي هنن کان 6 اپريل وارو زبردست هڙتال ڪرايو. 1942 واري هلچل ۾ نظربند رهيو هو.

دل جا سڀ خيـال پاسيـرا ٿي ويا. هندواسيءَ لاءِ ليکہ لکڻ ۽ هندواسيءَ، سنڌي سماج جي بزرگ سان پورو انصاف نہ ڪيو. ليکہ ڪتي، نندو ڪري، ڇپيو. جو وڙ هندواسيءَ کي سندس جيئار ڪرڻ کپندو هو. اهو سندس مرڻ کان پوءِ بہ نہ ڪري سگهيا.

تهلرام آزاد اوهان پاسي آيل هو. حيدرآباد ۾ ماتليءَ طرف رهيل هو. ڪراچيءَ ۾ پهرين پهتو ۽ ڪراچي کان روانو ٿيو. اوچتو روانو ٿيو هو. ڪا خبر چار ڪانہ ڏني هئائين. موٽي آيو تہ اچي ڀاءُ جويي جو خط ۽ جويي وٽان مليل چار ڪتاب. ’ٻارن جو مسيح‘، ’ماڻهوءَ جو

ياڳ'، 'ڳالهيون من اندر جون'، 'پيلا گل پلاند ۾' ۽ گل ڦل جو هڪ پرچو ۽ تي مضمون مهاڳن جا آٽي ڏنائين. ياءُ جويي جو خط 13 سيپٽمبر جو هو.

آڪٽوبر مهيني ۾ مون ياءُ جويي کي خط لکيو آهي اوهان مونکي. اياز قادريءَ لاءِ پڇايو هو تہ ساڳئي جاءِ ۾ رهندو هو. سو اياز قادريءُ کي پڻ آڪٽوبر ۾ خط لکيو اٿم. مان سمجهان ٿو تہ ضرور کين منهنجا خط پهتا هوندا.

ياءُ جويي. پنهنجي خط ۾. احوال ڏنو آهي تہ مئي مهيني ۾. منهنجو خط ۽ هندواسي ۾ ڇپيل ٻن ليکن جون ڪٽنگ برابر پهتيون آهن تنهنڪري سمجهان ٿو تہ خط پهچن ٿا.

سمجهان ٿو تہ اوهان "شاهہ. سچل ۽ سامي" ياءُ جويي جو ڪتاب پاڻ سان آندو هو. شاهہ سچل ۽ سامي- اهو پڙهي وري پڙهيم. ڪٿي ليکون پاتم. ڪتاب تي. هڪ "ساهتڪ رهاڻ" لکي هندواسيءَ کي موڪليم. اميد ڪانہ هئم تہ ليک ڇپبو. هندواسيءَ ۾ هاڻ ننڍن ليکن کي جاءِ ملندي آهي. پر. هندواسيءُ شاهہ. سچل ۽ سامي تي ساهتڪ رهاڻ ڇپي. پر ننڍي ڪري. اهم حصو ڏنائون. محنت ثاب پئي. اها ڪٽنگ ياءُ جويي کي موڪلي هئم.

مان. آڪٽوبر 1982 کان. نيشنل هاسپيٽل جي ڪم تان رٽائر ڪيو آهي. هاڻ. اسپتال ۾ هفتي ۾ ٻي دفعا. آنرري سروس لاءِ ويندو آهان. ڊاڪٽر رهيجا. جو اڳ اسپتال جو آنرري سپرنٽنڊنٽ هو. سو هاڻ نہ آهي. ڊاڪٽر صاحبَ روزانو اسپتال ۾ اڳ وانگر ايندو آهي. پرَ ٿوري وقت لاءِ. ڊاڪٽر رهيجا ۽ سندن پائرن. هڪ ڪروڙ خرچ ڪري بمبئي ۾ خاص ڪري ڊائبٽيز لاءِ جدا اسپتال پڻ قائم ڪئي آهي. مان هاڻ لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ گهڻو مشغول رهندو آهيان. پنهنجي سوسائٽيءَ جي ڪم جو بوجو. اڳئي منهنجي سر تي آهي. تنهن کان سواءِ. پنهنجيَ ڇاپرو ذات جون ٻہ سنسٿائون. ڇاپرو وديا منڊل ۽ ڇاپرو سماج سمتيءَ جا ڪم هٿن ۾ آهن. انهن سنسٿائن لاءِ هر سال. هزارين روپيا ڪنا ڪبا آهن ۽ خرچ ڪندا آهيون.

تي ڪتاب آهن. جن تي ڪجهہ وقت کان ڪم ڪندو رهندو

آهيان. اهو آهي: "شاهاڻو شاهہ." شاهہ جي رسالي تي هڪ نظر (جلد 1)، "سنڌ ۽ اسان جو ورثو" ۽ "آزادي آندولن ۽ سنڌ".

"شاهاڻو شاهہ" (جلد 1) سر ڪلياڻ ۽ سر يمن ڪلياڻ جي بيتن جي سمجهاڻي جي ڍنگ تي آهي.

هندستان ۾ ايندڙ نسل ۾ شاهہ صاحب جي رسالي لاءِ دلچسپي ۽ چاهنا قائم رکڻ لاءِ ضروري آهي تہ شاهہ صاحب تي گهڻو ڪجهہ لکجي.

پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي "شاهہ جو رسالو" 1958 ۾ (مهاڳ، معنيٰ ۽ شرح سان) ايڊٽ ڪيو ۽ هندستان ڪتاب گهر بمبئي ڇپايو.

شري جيٺرامداس دولترام، انهي ڇاپي جي مهاڳ ۾ لکيو:

'شاهہ عبداللطيف ڪي، اڪثر سنڌي، سنڌ جي شاعرن جو سرتاج ۽ سنڌ جو هڪ ناليرو درويش ڪري ٿا ليڪين پر سندس سچو درجو ان ڪان گهڻو اوچو آهي.'

شل، اهو ڏينهن جلد اچي، جڏهن شاهہ صاحب جي چونڊ ڪلام جي هڪ هڪ بيت تي ڪي سگهڙ ڄاڻو، زندگيءَ مان مثال وٺي، روحاني شرح لکن! اهڙا ننڍا رسالا لکن جي سونهپ ڪندا ايندا تہ تڪليفن جي طوفان وسندي، من خوشي ۽ صبر جي نعمت ڪيئن هٿ ڪجي.

جيسين سنڌي ٻولي آهي ۽ سنڌي آهن، جيسين ڪين روحاني پياس آهي ۽ انساني جذبا آهن، جيسين سندن سامهون، جيون جي اوکي رڻ پٽ آهي، تيسين شاهہ جو رسالو آهي، ۽ رسالو، اسانجن روحاني، اخلاقي، دنيوي، راڄنيتي، سمجڪ، سڀني مسئلن لاءِ سکيا جو ساگر آهي ۽ رهندو.

مون بہ هڪ نماڻي ڪوشش ڪري، ٻن سرن جي چونڊ بيتن جي سمجهاڻي ڏيڻ ۽ شاهہ صاحب جي بيتن کي سمجهڻ لاءِ شاهاڻو شاهہ لکيو آهي. هڪ مثال:

**ٻاريو اُجهائين، ٻرين اُجهايو ٻارين**

لوهار لوهہ مان، ڪا ڪارائتي شيءِ تيار ڪرڻ شروع ڪندو آهي، تہ لوهہ کي ٻهرين آگ جي مچ ۾ وجهي، تپائي ڳاڙهو ڪري،

ڪوري مان ڪيي، سانداڻ تي ڏري، مترڪن جي ڏڪن سان. ڏيڻ شروع ڪندو آهي. ٺپيندي ٺپيندي، جيئن لوهہ جي ڳاڙهاڻ جهڪي ٿيڻ لڳندي تہ پاڻي جي ٽانوَ ۾ وجهي، لوهہ کي اُجهائيندو ۽ ٺاريندو. اُجهائڻ بعد، وري بہ . لوهہ کي ڪوري ۾ وجهندو آهي، تپائيندو ۽ ڳاڙهو ڪندو ۽ وري ساندانڻ تي ڏري، ٺپڻ شروع ڪندو. لوهہ جي جهڪي ٿيڻ بعد، وري بہ پاڻيءَ جي ٽانوَ ۾ وجهندو ۽ اُجهائيندو.

اها پارڻ ۽ اجهائڻ، ۽ اجهائڻ ۽ پارڻ واري ڪار، ايستائين هلندي رهندي، جيستائين، لوهہ پورو پاڻي نہ وٺي. ڪهربل لياقت حاصل نہ ڪئي آهي. جڏهن، لوهہ ڪهربل پاڻي وٺي، ڪهربل لياقت پاتي، تہ پاڻ مرادو ان مان ڪهربل شيءِ رچي راس ٿيندي.

اها پارڻ ۽ اجهائڻ . ۽ اجهائڻ ۽ پارڻ واري ڪار. پرين سالڪ سان بہ ٿو ڪري. عشق جي آگ ۾. عاشق کي تپڻو آهي ۽ انهيءَ ۽ بعد ٺپجبو آهي. انهي ٻري ۽ اجهائڻ، ۽ اجهائڻ ۽ ٻرڻ واري ڏؤر مان، عاشق کي لنگهڻو آهي. جيئن. وڏيڪ آبدار ۽ لياقتدار ٿجي ۽ نيٺ آخري منزل ماڻي.

سالڪ، انهيءَ ٻرڻ ۽ اجهائڻ وري ڏؤر مان لنگهي رهيو آهي. "ٻاريو اُجهائين، پرين اُجهايو ٻارين" عاشق جي، عشق جي آگ ۾ جلڻ، تپڻ ۽ انهيءَ بعد ٺپجڻ واري ڪار هلي رهي آهي. انهي ڏؤر ۾. لهارن سندا لٽا. اُرا ۽ چٽڳون لڳي رهيون آهن.

**ٻاريو اُجهائين، پرين اُجهايو ٻارين!**
**مون ڪَي مارين، لٽا لهارن جا.**

پهرين جلد ۾ اهڙيون اٽڪل 120 سمجهاڻيون. ڪٿ هڪ بيت لاءِ، ڪٿ ٻن ، ۽ ڪٿ ٽن بيتن جون ڳڏيل ٿينديون.

شاهاڻو شاهہ ذري گهٽ تيار آهي. 1983 جي اوائل ۾ پريس تي ڇپائڻ لاءِ ڏيندس.

"سنڌ ۽ اسان جو ورثو" - 19 صديءَجي وچ کان وٺي 20 صديءَجي ڪجهہ عرصي جي سنڌ جي پبلڪ تي روشني ۽ جهلڪون ٿينديون ۽ جيون ڪهاڻيون، انهن سنڌي بزرگن جون، جن سنڌ جي پبلڪ جيوت سان واسطو ۽ لاڳاپو آهي ۽ جن سنڌ خاطر گهڻو ڪي

ڪيو آهي. هن ڏس ۾ گهڻو ڪم تيار آهي. پهرين ڪتاب ڇپجڻ بعد، انهيءَ ڪتاب جي پورائي ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪندس.

ديس جي آزادي جي راهه ۾ هلچلون ۽ تحريڪون، تن جو احوال ۽ سنڌ ۽ سنڌين جو حصو ٿيندو. "آزادي آندولن ۽ سنڌ" ۾ اهو آهي منهنجي رٽائرڊ ٿيل جيون جي ڪاريه جو پروگرام.

ادبي بورڊ پاران 'سنڌي تو سنڌي ڊڪشنري' نڪتل آهي. انهي تي مسٽر پيرومل مهرچند، لالچند جڳتياڻي محنت ڪئي هئي. انهي ڪم ۾ مسٽر عثمان علي انصاري ۽ دين محمد وفائي صاحب پڻ شريڪ ٿيل هئا. اها ڊڪشنري ۽ پير حسام الدين راشدي جو "اهي ڏوتي اهي ڏينهن" موڪلڻ جي مهرباني ڪندا. پيا ڪي چونڊ ڪتاب اوهان سمجهو ... شري اياز قادريءَ کي منهنجي پاران گهڻا گهڻا سلام ڏيندا. پوهوءَ کي وساريو نه اٿم ڪيس ياد ڪيو اٿم. مون اوهان کان، سندس بابت پڇا ڪئي هئي. پوهوءَ وٽ سندس گهر ۾ سنڌ جي هندن جي تاريخ جا ٻه ڀاڱا آهن (پيرومل) مون اهي حفيظ کي پڙهڻ لاءِ ڏنا هئا. حفيظ ڪتاب پڙهي، پوهوءَ جي پٽ مونکي ڏيڻ لاءِ ڏنا هئا. پر اهي ڪتاب مون کي واپس نه مليا. هندستان ۾ هي ڪتاب صفا اڻ لڀ آهن. جي پوهوءَ وٽ موجود هجن ته موڪلڻ جي تڪليف وٺندا.

تاج بلوچ جي رسالي بابت آزاد مون سان ڳالهه ڪئي هئي.

سيني دوستن کي منهنجي پاران گهڻا گهڻا سلام ڏيندا. ساجد سان ڪڏهن گڏيا آهيو. ۽ ڪراچيءَ ۾ آهي يا ٻاهر؟ سراج صاحب اڄڪلهه ڇاڪندو آهي؟ ساجد سان ملڻ ٿئي ته منهنجي ائڊريس ضرور ڏجو.

شمس بابت اوهان لکيو آهي: هينئر بهتر آهي. ڇاتيءَ جو سور هينئر ڪونه ٿو پوي. اوهان اهو پڻ لکيو آهي ته وزن به گهڻو گهٽجي ويو هو. ڪجهه قدر وزن گهٽجي ته سٺو. پر گهڻو وزن گهٽجي وڃي ته اها حالت تڪليف سبب ٿي هوندي.

منهنجو هڪ دوست، ڊاڪٽر گوپالداس ايم بيلارا. اڃان تائين ڪراچي ۾ رهندو آهي. سندس اسپتال لارينس روڊ تي، گانڌي گارڊن کان ڪجهه اڳيرو، ڪراچي ميونسپل پاران هلنڊڙ اسپتال. جنهن بلڊنگ

۾ تاور پڻ آهي. (رنڇوڙلائين ڪوارٽر). ان جي آسپاس. لارينس روڊ تي اسپتال هلندڙ هئي. مان سمجهانٿو تہ اها اسپتال هلندي هوندي. هو قابل ۽ آزمودگار ڊاڪٽر آهي. اوهان ساڻس صلاح ڪري سگهو ٿا. منهنجي پاران بہ ڪيس چئجو.

شمس ڪي منهنجي پاران سلام. شپ اچائون ۽ شپ ياونائون ۽ قرب شهلا. شائستا. ۽ شهاب لاءِ پيار.

پيار ۽ قربن سان

موتيرام راموائي

10 جون 1983

پيارا نورالدين سرڪي

اميد تہ توهان پنهنجي شريمتيءَ ۽ ٻارن سميت خوش پرسن ۽ آنند ۾ هوندا.

ڊاڪٽر ڀڳوانداس ڪربخشاڻيءَ سان گڏجڻ ٿيو هو. ڊاڪٽر صاحب جو چوڻ هو تہ ڪراچيءَ مان. اوهان پاسي ڪان ڪوبہ احوال ڪونهي. نڪو ڪو فون ۽ نڪو ڪو خط پٽ. ڪيس. اميد هئي تہ اوهان پاسي ڪان. طبيعت نسبت حال احوال ضرور ايندو. هاڻ بہ ويل ڪانہ وئي آهي. ڪيس احوال ضرور ڏجو.

ڊاڪٽر ڪربخشاڻيءَ. شري لالچند امرڏني مل جي ڏوهٽيءَ ۽ شري ڄيٺمل پرسرام جي پوٽيءَ هئان. اوهان لاءِ ڪو نياپو وغيره يا ڀيوڪجهہ احوال موڪليو آهي. انهيءَ ڪڪيءَ جو ڪهوٽ. شري هوتچند مهتاڻي وٽ ڪم ڪندڙ آهي ۽ شايد "راڪ هائوس" ۾ ئي رهندڙ آهن. انهن وٽان. اوهان ڪي احوال مليو هوندو.

اسان پاسي. هن سال شاهہ صاحب جي 300 سال سالگرهہ ملهايو ويو. "هندواسيءَ" ۽ "جهوليلال" (احمدآباد) ۾ شاهہ جا پرچا نڪتا. جهوليلال جو سڄو سال پرچو شاهہ صاحب تي هو. مون بہ ڀهريون دفعو ڪين. شري جويي جو ليک (شاهہ. سچل ۽ سامي) مان ناهي ، موڪليو. پنهنجو بہ شاهاڻو شاهہ- روح رهاڻ "سسي ڏار

ڏري. پيڇ پوءِ پريٽٺون ` موڪلي ڏنو. انهن پئي ليک ڇپيا. پرچي لاءِ مواد موڪلڻ لاءِ. پرچي ۾ شڪر ادائي به ڪيائون. جهوليلال ۾ ٻيا ليک هي اهن. "شاهه لطيف ۽ اسين": ايل ڊي رچنداڻي. "ڀٽائي جي شاعري ۽ عوامي قدر" شيخ اياز. "شاهه جي شعر جي اڄوڪي زماني ۾ اهميت": گوبند مالهي. "لطيف سائين کي نئين سر سمجهڻ جي ضرورت" نجم عباسي. "سچ ۽ محبت . سکيا ڏيندڙ عظيم شاعر" ابراهيم جويو.

هندواسيءَ ۾ پروفيسر ڪلياڻ آڏ ءَ جي رسالي مان "شاهه صاحب جي زندگي جو احوال". ٻيو ليک . هو "ويدانت ۽ شاهه" اسين تہ شاهه صاحب کي انهي اونچي ڪو، ڪٽي ويندا سون.

**ساهڙ. سا سهٽي. سائر وئي.**
**آهي نجوئي. ڳجهه ڳجهاندڙ ڀالهڙي.**

پرش. پرماتما ۽ پرڪرتيءَ اهو ئي ويدانت جو نجي روپ ۾ راز ۽ ڳجهه آهي.

ترقي پسند دوستن. 26 ۽ 27 فيبروري تي ديونتي هال. ڪار ۾ جلسو ڪيو. پهرين ڏينهن تي پروفيسر رام پنجواڻيءَ کي گهرايو هئائون. اهو ڏينهن تہ رام پنجواڻي، سندن هٿن مان ڪسي. پاڻ ملهائي. جلسي جي رونق ۽ رنگ کي سوايو ڪيو. ٻئي ڏينهن هئي سيمينار – تقريرون صبح جو سوير پروفيسر پوپٽي هيراننداڻي ۽ گوبند مالهيءَ "شاهه صاحب سنڌي تهذيب جو روح" وشيہ تي پنهنجا مضمون پڙهيا. شام جو موهن ڪلپنا "شاهه صاحب ۽ زندگي" ۽ پروفيسر هيري شيوڪاڻي "شاهه صاحب جي شاعريءَ جو عوامي پهلو" تي پيپر پڙهيا.

27 فيبروري تي ڪملا هاءِ اسڪول ۾ شري ٻلديو گاجرا ۽ مون شاهه صاحب تي ڳالهايو. شري ٻلديو. شاهصاحب کي. ڪاليداس ۽ شيڪسپيئر سان ڀيٽي انهن کان اوچو ۽ بالا شاعر ظاهر ڪيو. ويدن جي ويچارن کي سنڌيءَ ۾ سهٽي ڍنگ ۾ شاهه صاحب پيش ڪيو آهي. مون بہ ڪيترا سارا شاهه صاحب جا بيت ٻڌائي. ڪجهہ سمجهائي. شاهه صاحب لاءِ شوق ۽ دلچسپي جو وايومنڊل پيدا ڪرڻ ۾ ڪسر ڪانہ ڇڏي.

سيتا سندو پون ۾. پتائي گهوٽ کي شرڌانجلي ڏني ويئي. موقعي تي ڪلاڪارن سنگيت ۽ نرتيه جي پڻ موج مچائي.
ڏهين اپريل جو ڏينهن "سنڌي ٻوليءَ جو ڏينهن" ڪري ملهايوسون. اهو اسان جي ديوناگري سپا پاران ملهايوسين. موقعي تي. سنڌي سنگيت جي ورڪا ڪئي وئي ۽ پوءِ سيني گڏجي لنچ جي پروگرام ۾ بهرو ورتو. اهو پروگرام صبح جو يارهين بجي کان ٻي بجي تائين هليو. هڪ سو سنڌي پيئرن ۽ پائرن انهي پروگرام ۾ بهرو ورتو. لنچ لاءِ هر هڪ ڏهه روپيا ڏنا.
ڏهين اپريل تي. هر سال. مان ليک هندواسيءَ ۾ ڏيندو آهيان. گذريل سال ۾. منهنجي ليک جو سرو هو: "ٻڏندي ٻوڙن کي ڪي هاتڪ هٿ وجهن" ۽ هن سال "اک التي ڏار. ونءُ الٽو عام سين" سري سان ليک هو. هندواسيءَ جي چيپيل ڪٽنگ هن خط سان موڪليان ٿو.
اوهان جي نهايت سهڻي ساهتڪ سوکڙي، "هو ڏوتي هو ڏينهن" نهايت شوق ۽ دلچسپيءَ سان پڙهيم. هي ڪتاب. ڪجهه چڱي عرصي کان پوءِ شري دوڪشن جي گهران وٺي آيس. پڙهيم ۽ وري پڙهيم ٻه. پياري حسام الدين نسبت اهو ويچار وينل هوم ته هو صاحب پنهنجن مضمونن ۾ فارسي گهڻي ٿو ڪتب آڻي. مهراڻ ۾ سندس ليک. تواريخي مضمون هئڻ سبب. فارسي لفظن سان ڀريل هوندا هئا. جنهنڪري، اسان جهڙن کي پڙهڻ ۾ اهڙو اُتساهه ۽ امنگ نه ٿيندو هو.
"هو ڏوتي هو ڏينهن" پڙهي. منهنجي حيرت جي حد نه رهي. ٺيٺ سنڌي ٻولي پڙهي ڏاڍو آنند آيو. مان. ائين چوڻ کان رهي نه ٿو سگهان ته ڳوناٽي سنڌي مسلمانڪي ٻولي. ڏاڍي لذيذ ۽ فرحتي آهي. اهو برابر آهي ته ڪي مسلماني ڳالهيون ۽ سندن ڪي خاص اکر سمجهي نه ٿو سگهان پر انهيءَ هوندي جو لطف ماڻيم تنهنجي کهڙي ڳالهه ڪريان!
بزرگ علي محمد راشدي صاحب جي سنڌيءَ تي مان فدا ٿي ٿو وڃان. ڇا چئي ڇا چوان. اها حقيقت آهي. ته اسان هندن. سنڌي مسلمان پائرن جون لکيتون نه ٻه پڙهيون آهن. سير ڪوهستان پڙهيو

هوم.

هريم ٿو تہ ليکڪ صاحب الله بچايو سمو هو. ڪراچي شهر جي پرائمري اسڪول ۾ هيڊماسٽر هو. سندس لکڻي، رس ڀري ۽ چس ڀري هئي.

بزرگ راشديءَ صاحب جو ڪتاب "اهي ڏينهن اهي شينهن" پهريون ڀاڱو هٿ چڙهي ويو. سچ پڇين تہ ڪتاب ڇڏڻ تي دل ئي نہ ٿي ٿئي. عام حال خيرپور، سکر، شڪارپور، جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي جو. مان ڪراچي شهر وارو پر ڪتاب پڙهڻ لاءِ هيتري ڇڪ. جو گهر پهچڻ ڪانپوءِ پهرين فرصت ۾ ڪتاب ڪي هٿ ۾ ڪڻڻ.

اها حقيقت آهي، پاڪستان ٿيڻ بعد، اوهان دوستن ۽ ساٿين هٿان ڪو اهڙو ناهوڪو ڪتاب هٿ نہ ٿيو هو.

مان اڃان ٿو "هو ڏوٿي هو ڏينهن" تي. ڪتاب پڙهيم، دل ٿيم تہ چونہ اوهان وٽان حاصل ٿيل مٺائي جي وند، ٻين سان بہ ڪريان، وندُ ڪاءَ سک پاءِ. هندواسيءَ ۾ ڇپڻ ممڪن نہ هو. هندواسيءَ ڪي ڪهاڻيءَ ڪهاڻي ڪان سواءِ ٻيا ليک ٻن ڪالمن ڪان وڌيڪ نہ گهرجن. منهنجن ليکن ڪي ڪتر ڪرڻ سان سواءِ ڇپي نہ ٿا سگهن. جهوليلال وارن سان ڪو رستو نہ هوم. اڳ، مون، ڪين جوڀي ڀاڱ جو "شاهہ سچل ۽ سامي" مضمون موڪليو هو . اها ساهتڪ رهاڻ هئي، انهن نہ ڇپي. ٻي ڪا واهہ نہ ڏسي، ارادو ڪيم تہ "هو ڏوٿي هو ڏينهن" مان هڪ ليک ڪين موڪلي ڏيان. سو "دوستن جا انگ ۽ ننگ" (سيد حسام الدين راشدي) جي قلم مان. "هو ڏوٿي هو ڏينهن" ڪتاب جو حوالو ۽ موڪليندڙ: موتيرام ايس راموائي. مضمون سان گڏ خط لکيم تہ جي اهو مضمون قبول پيو ۽ ڇپيو تہ ٻيا بہ مضمون موڪليندس. ليک ڇپيو. جهوليلا پرچي ۾ اچي ويو. انهيءَ بعد، بہ ٻيا ليک "سنڌ جا زميندار" ۽ "سنڌ جي ڪافي ۽ ڏوهيڙو" موڪلي ڏنم. انهن مان "سنڌ جا زميندار" ڇپجي ويو آهي.

بہ ٽي ڏينهن اڳ، ڪين ٽي ليک گڏي موڪليا اٿم "راڳن جون رهاڻيون". "سنڌ جا عوامي شاعر ۽ ڪافيون". "ڪانگل". احمدآبادي جي دوستن ڪي رٺا وٺي آهي. مان بہ ڪائي ڪارائي. سڀ ڪي محبت

منائي. چوٽيءَ تي ڪجهہ قدر عمل ڪرڻ جهڙو ٿيو آهيان.
هندستان ۾ هر هنڌ ڇيٽي چنڊ جو ڏينهن. "سنڌيت" جو ڏينهن ڪري ملهايو ويندو آهي. "سنڌيت" کي پنهنجي پنهنجي ڍنگ جو رنگ لڳايو ويندو آهي. وڏي پئماني تي ميلا ٿيندا آهن.
هندواسيءَ منهنجي ليکن کي جاءِ ضرور ڏيندي آهي. پر ڇاڪاڻ تہ ليک وڏا ٿين ٿا. تہ ڪتر بہ ضرور ڪندي آهي. "جزئي کي جس" چئي حالت کي سويڪار ڪبو آهي. جنوري ۾. پرجا وادي پرچي ۾. آزاد ڳي اندولن ۾ سنڌ جي سري سان بينگال جي ورهاڱي ۾ سوديشي هلچل (1905–1908) واري تواريخي مضمون ۾ هندستان ۾ هلبل هلچل ۽ انهيءَ هلچل ۾ سنڌ جو ڀاڱو ڏنو هوم. هي ليک مختصر ۾. مُنهنجي ٿئين ڪتاب "آزادي آندولن ۾ سنڌ" جو پهريون باب ٿيندو. باب چڱو وڏو هو ۽ تفصيلوار احوال سان ٿيندو. قدر وارن سنڌي بزرگن انهيءَ ليک جي ڪافي آجيان ڪئي.
فيبروري ۾ شاهہ صاحب جي 300 ساليانيءَ ورسي جي موقعي تي "ويدانت ۾ شاهہ" مضمون ڇپيو. مارچ ۾ "آچاريہ جي. بي. ڪرپالاڻي" وارو مضمون . اپريل ۾ "اک اُلٽي ڏار. ونءُ الٽو عام سين". مئي مهيني ۾ "سنڌ جو نيتا هرچندراءِ وشنداس". اهڙي ريت 1983 سال جي هر مهيني ۾ "هندواسي" ۾ هڪ ليک ڇپيو آهي.
هي خط بہ مون ساڳي وقت ۾ لکڻ شروع ڪيو هو. جنهن وقت اوهان خط لکيو آهي. اوهان جو 27/05/1983 وارو خط. اڄ صبح واري ٽپال ۾. 10 جون 1983 تي پهتو آهي.
نند ڇڳاڻي. بنئڪ آف بڙودا سنڌي سڀا. پاران. "پونجي" رسالو ظاهر ڪيو آهي. سمجهان ٿو تہ "پونجي" اوهان پاسي پهچي ويو هوندو.
بمبئي ۾ جدا جدا آفيسن پاران ساليانا ڪتاب يا رسالا ڇپائين ٿا. اها اوهان کي ڄاڻ آهي. هن سال ۾ هن بہ رسالن پاران. ليکن ۽ رچنائن لاءِ اخبار دواران گهر ٿيل هئي. تن کي شاهہ صاحب تي شاهاڻو شاهہ ۽ جدا جدا مضمون موڪليا هئا. نند کي بہ بروقت موڪليو هوم پر ڇپي نہ سگهيو. مئنتر اڳ ئي وٽس موجود هو. پونجي ٽپال رستي

موڪليائين.

پارتواسيءَ جي ’سنڌيت‘ نمبر ۾ ”لاڪيٽو لال لطيف“ سري مئگزن سائيز جا پنج صفحا ليک ڇپيو. ليک خاصو معياري هو. رام پنجواڻي. هڪ دوست جي پٽ جي شادي تي گڏيو. چيائين: ليک پڙهيو اٿم. گڏجڻ سان ڪيڪاريائين نوجوان بزرگ ساهتڪار.

هاڻ خوشخبري ”شاهاڻو شاهه“ (شاهه صاحب جي بيتن تي هڪ نظر) ڪتاب پريس ۾ آهي. جون ۾ انهيءَ ڪاريه ڪي هٿ ۾ ڪنيو اٿم. پريس سان گڏجي، سڀ فيصلو ڪري، پني جو بندوبست ڪيم. شري گرڌاريلال ڏوڏيجا وٽ وڃي، پني جو آرڊر ڏئي، رقم ادا ڪري ڪيس تاڪيد ڪئي اٿم ته پنو پريس ڪي جلد پهچي وڃي. ”شاهاڻو شاهه“ جولاءِ ۾ ڇپجي تيار ٿي ويندو. اهو منهنجو شخصي ڪاريه آهي. ڪل خرچ آءٌ پاڻ ٿو ڪريان. گهڻي وقت کان اها مراد. دل اندر سانڍيل رهي آهي.

سرڪي سچ پڇين ته تاجل بيوس ڪتاب ڏيکاري واقفيت ڪرائي. منهنجي اندر ۾ سندس لاءِ هڪ اڻ لکي سڪ ۽ قرب جي ڪڙي پيدا ڪئي آهي. هڪ اڻ سالن جو اڻاٽ. ڏنار ٻڌجي جيون گهاري، سو هاڻ ايم. ايس. سي هجي، سا ڳالهه سمجهي سگهجي ٿي. پر هڪ سهڻو ۽ ناهوڪو شاعر ٻڌجي. سنڌي ساهت جي منڊپ کي سينگارڻ ۾ هڪ خاصو پارٽ ادا ڪري، اهو هڪ قدرتي چمتڪار نه آهي ته پيو ڇا آهي. ۽ مان ڪنهن ڪنهن وقت. تاجل بيوس جو ذڪر دوستن سان ڪندو آهيان.

صحيح معنيٰ ۾ سنڌي شاعريءَ لاءِ. قدرتي نظارا وڏي هٿي آهن. ڳوٺاڻي جيون. ڏکن ڏڏي جيون ۽ ڳوٺاڻا نظارا ۽ ڳالهيون. شاعر لاءِ نهايت اهم ۽ ضروري آهن.

پوهوءَ کي خط جو جواب ڏنو هوم. الائي ڪيس خط مليو آهي يا نه.

پوهوءَ ربانيءَ جو ائڊريس ڏنو هو. ربانيءَ کي خط لکيو اٿم پر ڪانئس ڪوبه موٽ ۾ جواب ڪونهي. ربانيءَ کي لکيو هوم ته ڊڪشنريون ۽ ٻيا ڪي چونڊ ڪتاب سوامي نارائڻ مندر ۾ شري

تيرتداس ڪلومل کي پهچائي ۽ پئسا گهرائي وٺي. شري ديوڪشن اهڙو احوال شري تيرتداس کي ڏنو آهي.

پاءُ جويي کي ٻه هڪ خط سنڌي اديبن جي ڪوآپريٽو سوسائٽي لمٽيڊ واري ائڊريس تي موڪليو اٿم. هڪ خط ڊاڪٽر تنوير عباسي کي به لکيم پر انهن وٽان موٽ ۾ ڪو احوال ڪونهي.

مان پنهنجي پارن سميت بلڪل ٺيڪ ۽ مزي ۾ آهيان. شمس لاءِ قرب ڀريا سلام ۽ يادگيريون. شهلا. شائستا. شهاب لاءِ پيار ۽ پيار.

سڀني دوستن کي سنيهه ڀريا سلام.

پيارن مان

موتيرام راموائي

1/01/1986

پيارا سرڪي.

اوهان جو نئين سال جي مبارڪن جو ڪارڊ برابر پهچي ويو. اوهان پاسي جي ٽپال وارن جي ٺپي پٽاندر ٢۴ ڊسمبر ڪراچي جي تاريخ هئي. اسانکي ٢٨ ڊسمبر تي پهچي ويو.

ڪارڊ حاصل ڪري ۽ احوال معلوم ڪري ڏاڍي خوشي ٿي. اسان سڀني پاران. نئين سال جون واڌايون. اوهان جي گهر جي ڀاتين ۽ ٻين سڀني دل گهربل دوستن کي. منهنجي پاران سنيهه ڀريا سنيها ڏيندا.

"شاهاڻو شاهه" مليو. پسند آيو. دل خوش ٿي. اهو احوال معلوم ڪري پڻ خوشي ٿي. ڪو اوهان پاسي آيو ته "شاهاڻو شاهه" جون ٻيون ڪاپيون پڻ موڪليندس.

ڏياريءَ جي شب موقعي تي. "شاهاڻو شاهه" جون اٽڪل سوا سو ڪاپيون ٽپال رستي. هر هڪ ڪتاب تي ٣۵ پيسن جون ٽڪيٽون لڳائي. ڀارت جي جدا جدا شهرن ۾ وسندڙ سنڌي بزرگن. سڄڻن. پروفيسرن. شاهتڪارن ۽ اديبن. ڪوين ۽ شاعرن وغيره کي ساهتڪ

سوکڙي ڪري ڏياري موڪليم.

ياءُ جوبي. هڪ هنڌ هڪ مهاڳ ۾ لکيو آهي تہ. "هن زماني ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتاب لکڻ. ڪتاب ڇپائڻ ۽ ڪتاب وڪڻڻ - انهن ٽنهي ڳالهين مان هڪ ڳالھہ بہ چريو ۽ ٻي حال ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي."

مون بہ سينو ساهي. نہ فقط ڪتاب لکيو آهي ۽ پاڻ ڇپايو آهي. پنو اوچو. بيٺن تي زبرون. زيرون ٻن رنگن ۾ ڪور ڇپيل. ڪور جي ڊزائين منهنجي ٺهيل. ڪور تي سڀ اکر. منهنجي قلم مان لکيل. ڇپائي ۽ ٻهڪ بہ منهنجي مرضيءَ پٺاندڙ. مون. مون ڇٽي خودي ۽ اهنڪاري جي ٻاونا نہ تو ڏيکاريان. پر حقيقت تو ٻڌايان.

500 سو ڪتابن تي 40 هزار خرچ ڪيم. 125 ڪتاب ساهتڪ سوکڙي تي ويا. ڊاڪٽر جيٽلي. دهلي يونيورسٽي جي پروفيسر چيو تہ ڪتاب جون 200 ڪاپيون. گورنمنٽ آف انڊيا جي ايڊيوڪيشن ۱۹۸۴ ۾ وٺندي. انهيءَ ڪري ٻہ سو ڪاپيون پاسيريون ڪري رکيم.

باقي ڪاپين مان. اٺن اٺن ڪتابن جا بنڊل ٺاهي. هر هڪ بنڊل. پنهنجي دوست کي هٿن ۾ ڏيئي. ڪانئس هڪ سو رپيا ورتم. اهڙا 15 بنڊل ڏئي 15 سو حاصل ڪيم. هند سرڪار وٽان 200 ڪتابن لاءِ. صافي رقم 2225 رپيا ملندا. خرچ ذري گهٽ نڪري ايندو. ٻئي ڇاپي جو ويچار ڪري رهيو آهيان.

ڀارت ۾ "شاهاڻو شاھہ" قبول پيو آهي. پسند پيو آهي. خوشي ظاهر ڪئي وئي آهي. ڪن لکيو آهي تہ ڪتاب ڪاليجن لاءِ درسي ڪتاب ٿيڻ گهرجي. انهيءَ ڏس ۾ ڪوشش جاري آهي. جيئن بي. اي. تي درسي ڪتاب ٿئي.

ڪن چوندڙ دوستن ۽ سڄڻن جا رايا هن ريت آهن.

H.G. Advani

Chairman of the Hyderabad Collegiate Board which is running 14 Colleges in Bombay Leading Personality.

"It was very happy to receive your شاهاڻو شاه.

It is a Beautiful compilation with exploration for the benefit of the general Sindhi Public, to read it and benefit by it. I would wish

you to bring out other selections also from other سر
Please accept my thanks and good wishes for your valuable contribution with lot of personal efforts and hardwork

شري بهارپلال ڇاپڙيا: "چونڊ لکڻي، ڇپائي ۽ بيهڪ سڀ نهايت ئي سندر آهن. هن عمر ۾ توهان جي سنڌي ساهتيه ۾ ايتري دلچسپي خوب ساراهه جي قابل آهي. اميد ته شاهه صاحب جي ڪجهه بين بيتن جا اهڙا ڪتاب ڪڍي سگهندا."

شري جمئن پي وسواڻي (ساڌو واسواڻي مشن): "شاهاڻو شاهه" جهڙي پستڪ جي، مان سمجهان ٿو، اسان کي ضرورت هئي. اميد اٿم اوهانجو ڪتاب پين ڪيترن کي اتساهت ڪندو ۽ اهڙي قسم جا پيا پستڪ شاهه صاحب جي بين سرن تي پڻ تيار ٿيندا."

دادا شيوڪ يوجراج (ٻالڪن جي ٻاري): "پستڪ پهچڻ تي، يڪ ساهيءَ، ان جي سيني صفحن تي سرسري نظر ڦيرائي ويس. جيئن ويس صفحا ڦيرائيندو، تيئن محصوص ٿيندو ويو ته هيءَ ته هڪ هڪ صفحو ٻه ٻه چار چار دفعا پڙهي ٻه، هنئين سان انهن ۾ پريل مال نه هنڊائي سگهبو، نه پچائي سگهبو. خوب اوهان محنت ڪئي آهي. سا ٻه نئين ۽ نياري نموني جي، جنهن لاءِ بيشڪ اوهان ڌنيوار لهڻو."

شري رامڪرشن آڏواڻي (هندواسيءَ وارو راهي): "شاهاڻو شاهه پهتو هيءَ درسي ڪتاب طور مقرر ٿيڻ کپي. ڇپائي عاليشان ۽ شاهه جي هڪ هڪ سٽ تي مضمون! نرالو ڍنگ، دل کيڇيندڙ آهي. شاهه جي شيداين لاءِ ڏياريءَ تي سندر سوکڙي شايع ڪئي اٿو. مهاڳ سون تي سهاڳو آهي. سنڌين جو سهيوڳ توسان هجي جيئن وڌيڪ جلد پڻ جلد ڇپجن."

لوڪرام ڏوڏيجا: "مان سمجهندو هوس ته ڪربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ جيٺمل پرسرام ئي شاهه جي ڪلام جا استاد آهن. پر توهان

جو ڪتاب پڙهي معلوم ٿيو تہ ان ڏس ۾ توهان بہ ڪماليت جا ڏٺي آهيو. اهڙن عالمن تي سنڌي ساهت کي ناز آهي."

ڊاڪٽر موتيلال جوتوائي (دهلي يونيورسٽي. ايم. اي. پي. ايچ.ڊي) ليکڪ:
"Shah Abdul Latif: His life and work (A study of Socio-cultural and literary situation in 18th Century Sindh (Now in Pakistan)"
"شاهاڻو شاهہ" مليو هوم. اجا ان ڪتاب تي نڪان لڪان. تہ ان وچ ۾ پارتواسيءَ جي تازي پرچي ۾ شري گاجرا جي سمالوچنا پڙهيم. گاجرا صاحب اُهي ڳالهيون چيون آهن، جيڪي هوند جيڪر مان چوان. توهان جو ڪتاب شاهہ تي لکيل ڪتابن ۾ اهم جڳهہ والاري ٿو. توهان جي نئين ڪتاب "سنڌ ۽ اسان جو ورثو" جو انتظار رهندو. توهان سنڌي جا پارکو ودوان آهيو. ان مان اسانجي ٿهي وارن کي خوب فيض رهندو."

پروفيسر ڊيُ. ڪي منشاراماڻي: "اوهان هن ناچيز تي. احسان ڪري "شاهاڻو شاهہ" عطا ڪيو. ان لاءِ ڇا چوان. اڄ ڪلهہ شاهہ جا ڄاڻو. صحيح معنيٰ ۾. ڪي ٿورا وڃي رهيا آهن. باقي پيپر پڙهڻ وارا تہ جهجها ملندا. اوهان جا سمجهاڻي ڏيئي ڇڏي آهي. سا ان ڪان پوءِ بيتن سمجهڻ لاءِ چڻ تہ 'ڪنجي' آهي. اميد تہ شاهہ کي نئين سر پڙهڻ يا ماڻهن ۾ رسالي لاءِ چاهہ پيدا ڪرڻ جي ڏس ۾. اوهان جي هيءَ ننڍي تصنيف واهڻ ٿيندي."

پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي: "اوهان جو دلپزير ادبي تحفو "شاهاڻو شاهہ" پهتو. نوازش. مون. ان کي نهايت شوق ۽ ذوق سان مطالع ڪيو آهي. سرڪلياڻ ۽ سر يمن ڪلياڻ جي چوند بيتن جو مفهوم ۽ مطلب نهايت خوش اسلوبيءَ سان پيش ٿيل آهي. منهنجي نظر ۾. "شاهاڻو شاهہ" جي درسي طور مقرر ٿئي تہ اعليٰ تعليم وارن

سنڌين لاءِ. جيڪر نهايت مفيد ثابت ٿئي. مون کي اميد آهي تہ ادبي شائق. اوهان جو قدر ڪري. اوهان جي هر طرح همٿ ۽ حوصلہ افزائي ڪندا."

شري هري دلگير: "دلگير هند واسيءَ لاءِ سمالوچنا لکي موڪلي آهي. جا. هندواسي ۾ جلد ڇپبي.
سمالوچنا مان ڪي ٽڪرا هن ريت آهن:
سنڌ ۾ شاهہ لطيف جهڙي عظيم شاعر جو پيدا ٿيڻ. هڪ اتفاق. حادثو يا هڪ ڪرشمو ئي سمجهڻ گهرجي. ڇو تہ شاهہ کان اڳ يا پوءِ. اڄ ڏينهن تائين. ڪوئي بہ اهڙو شاعر سنڌ ۾ پيدا نہ ٿيو آهي.
"خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ جيتري اهميت شاهہ صاحب کي سنڌ ۾ ڏني وڃي ٿي. اوتري ئي هند ۾ بہ ڏني وڃي ٿي.... شاهہ جي شعر ۾ ويدانيت جي وائي ۽ اپنشدن جو آواز آهي. تازو "شاهہ لطيف سيمينار" ۾ هڪ غير سنڌي اسڪالر ڊاڪٽر تواريءَ چيو تہ شاهہ ۾ تلسي، سورداس. ڪبير. ميرا. نانڪ وغيره سڀ سمايل آهن."
"ان سيمينار ۾ شاهہ تي ڪيترا عاليشان ۽ عالماڻا پيپر پڙهيا ويا. پر ڪنهن بہ پيپر ۾. اهو ڪونہ آيو تہ شاهہ صاحب جي بيتن ۾ يا سٽ سٽ ۾. ڪهڙا املهہ خزانا ملي سگهن ٿا. ان ڪري شري موتيرام راماڻيءَ کي شاباس آهي. جو هن "شاهاڻو شاهہ" ۾ شاهہ جي شعر ۾ لڪل گنج اسان جي اکيان کولي رکيا آهن. هن صاحب رسالي جا صرف ٻهريان ٻہ سر - ڪلياڻ ۽ يمن ڪلياڻ کڻي. انهن مان اٽڪل هڪ سو سٺون جدا جدا بيتن مان کڻي. هر هڪ جا راز ۽ رمزون سمجهايون آهن. هڪ هڪ سٽ تي هڪ يا ٻن صفحن ۾ تشريح يا سمجهاڻي سليس ۽ سوادي نموني ۾ لکي وئي آهي. ۽ گڏوگڏ ٻيا بہ ڪيترا واسطيدار بيت ڏنا ويا آهن. جي ٻڻ ساڳي سر مان آهن."
"مونکي نہ سجهي تہ سواءِ "مناجات شاهہ" (فتح چند واسواڻي) جي. جو 1915 ۾ شائع ٿيو هو. هن قسم جو ڪتاب ٻئي ڪنهن بہ لکيو آهي. شري موتيرام راماڻي 95 مصرعن ۾. پنهنجي دل. دماغ ۽ آتما

کي پوريءَ طرح اوتي ڇڏيو آهي."
"اهو عام طرح خيال ويٺل آهي ته ٽن صدين جي وڇوٽي پوڻ کري، شاهه جي شعر کي سمجهڻ، عام ماڻهوءَ لاءِ ذرا ڏکيو آهي. اهو خيال بلڪل ٺيڪ ناهي. جو ته رسالي جو گهڻو حصو عام فهم آهي. پر ان هوندي به ڪٿي نه ڪٿي ڏکيائون ضرور اچن ٿيون. پر شري رامواڻي جي هن رچنا انهن تڪليفن کي دور ڪري ڇڏيو آهي."

هي ڪتاب ڪاليجن ۾ درسي ڪتاب طور (جن جي اٿاٿ آهي) منظور ٿيڻ جي لائق آهي. شاهه جي شيداين لاءِ خاص سوکڙي آهي.

هيءَ ڪتاب پنهنجي ليکي به ملهائتو آهي. پر جي ليکڪ ٻين مشهور درويشن شاعرن جا به حوالا ڏئي ها يعني Comparative Study به ڪري ها ته ملهه اڃان به وڌي وڃي ها. مونکي خبر آهي ته شري موتيرام رامواڻي جو اڀياس ڪافي ويڪرو ۽ اونهو آهي ۽ هو اهو ڪم سهوليت سان ڪري سگهندو. اميد ته ٻين سرن تي اهڙا ڪتاب ڪڍي ليکڪ هڪ قسم جي کوٽ پوري ڪندو.

شري ٻلديو گاجرا: مون ڪيئي دفعا دعوئ ڪئي آهي ته شاهه جو دنيا ڀر جي مهان شاعرن ۾ شمار آهي. هڪ نڪته نظر کان. سندس شعر ۾ جا فيلسوفي سمايل آهي. ان بدولت. شايد هو مهان ۾ مهان شاعر آهي. شري موتيرام هڪ نئون دستور اپنايو آهي. هي دستور آهي. نرالو. مگر ان کي پنهنجي خاصيت آهي. شري رامواڻيءَ جي وشيه پريچيه پڙهڻ بعد. بيت جي معنيٰ ازخود اچيو وڃي ۽ پاڻ کي جڻ اهو سنتوش ٿو ملي ته هو پاڻهي مطلب سمجهي ٿو وڃي.

شمس لاءِ قرب ڀريون يادگيريون ۽ سلام شهلا. شائستا. ۽ شهاب لاءِ پيار.

قربن ۽ پيارن مان
موتيرام ايس. رامواڻي

4/07/1985

پيارا ڀاءُ سرڪي

اهو برابر آهي تہ اوهان وٽان خط آيا آهن. پر موٽ ۾ مون کو خط ڪونہ لکيو آهي. ائين مون کي نہ جڳائي. اهو تہ ٿي نہ ٿو سگهي. تہ مان کو اوهان کي وساري ويٺو آهيان. وسرڻ ۽ وسارڻ جي ڳالهہ پيدا ٿي نہ ٿي سگهي.

پنهنجو کو فقط هن جنم جو ناتو نہ آهي. اڳين جنمن ۾ بہ ڪنهن لوڪ ۾ گڏيا هئاسون ۽ آئنده بہ. وري وري، جنم جنم ۾، جدا جدا روپن ۾، پيا گڏباسون.

خط نہ لکيــو اٿم. خط لکڻ لاءِ دل اُڪريندي رهندي آهي پر اوهان پاسي جي حالتن جو اخبارن ۾ پڙهبو آهي تہ دل تي پٿر رکي، لکڻ جي نہ ڪبي آهي. ڏور کان ڳالهيون، هميشہ وڏو ۽ وڏاءُ وارو اثر پيدا ڪنديون آهن. تنهنڪري مٺي بہ ماٺ، مٺي بہ ماٺ ڪري، لکڻ جي نہ ڪئي اٿم. ادل هاڻ، ائين نہ ٿيندو. خط نہ لکيم پر تند بنا تار وسيلي، سڪ جا سنيها تہ ضرور پئي موڪليم. آهي، اوهان کي ضرور بہ ضرور پهتا هوندا.

اهو سياويڪ آهي، وڏي عرصي گذرڻ ۽ ويجي پوڻ سبب، ۽ منهنجي وڏي عمر جي لحاظ کان، مون وٽان کو خط نہ اچڻ سبب، اوهان کي ضرور کو خيال ۽ ويچار ٿي پيو هوندو. مان اوهان جي ڏک، ارمان ۽ انتظر لاءِ پشيمان ڏيکاري، توبهہ ٿو ڪريان. نہ آئنده ائين نہ ٿيندو.

"شاهاٽو شاهہ" گجرات يونيورسٽي ۾ تسليم ٿي چڪو آهي. اهڙو احوال پروفيسر ڊي. ڪي. منشاراماڻيءَ مون کي ڏنو آهي. گجرات يونيورسٽيءَ ۾، سنڌي ڪتابن جي تسليم ۾ پروفيسر هري دلگير ۽ پروفيسر منشاراماڻي آهن.

منشاراماڻي پنهنجي خط ۾ لکيو هو تہ مون جڏهن بہ احمدآباد ۾ ڪتاب منظور ڪرايا آهن تہ ان ۾ صرف همت افزائيءَ جو خيال رکي، الڳ الڳ ليکڪن جي ڪويتن کي نصاب ۾ رکايو آهي. ٻين هنڌ

کھٹيئي پيا Consideration هجن ٿا. بمبئي ۽ پوني ۾ منظور ٿئي. ان لاءِ سوچي لکندس.

"شاهاڻو شاهہ" جون 2 سو ڪاپيون، هند سرڪار جي تعليمي ڊائريڪٽوريٽ پاران "بلڪ پرچيز اسڪيم" هيٺ خريد ٿي چڪيون ۽ پئسا بہ ملي ويا. 15 دوستن ۽ مترن کي اٺ اٺ ڪاپيون ڏيئي. ڪائنس هڪ هڪ سؤ وٺي ڇڏيم. ڏيڍ سو ڪاپيون ساهتڪار، ليکڪن، شاعرن ۽ ٻين کي سوکڙيءَ طور موڪلي ڏنم. ائين ڇئجي تہ باقي آگرين تي ڳڻڻ جيتريون ڪاپيون وڃي بچيون آهن.

"انعامي ڇنايتي" جي سلسلي ۾ چار ڪاپيون، هند سرڪار جي تعليمي ڊائريڪٽوريٽ کي موڪليون اٿم. ياڳ پرايو ۽ انعامي ڇنايتي ۾ ڪاميابي ملي تہ اڍائي هزار ملي ويندا. اهي پئسا مليا تہ "شاهاڻو شاهہ" جو ٻيو ڇاپو. انعام ملي يا نہ. پر ٻيو ڇاپو ڪڍڻ کان ٻيو ڪهڙو چاڙهو آهي. ڪتاب مون وٽ آهن ڪٿي!

ٻئي ڇاپي ۾، جوبي، اياز ۽ اوهان جا رايا ضرور ڇپائيندس. اهي رايا ۽ ويچار، جوبي ۽ اياز کان وٺي. ان سان گڏ پنهنجا بہ لکي، مون ڏانهن ضرور موڪلجو. ٻئي ڇاپي ڪڍڻ ۾ گهٽي دير نہ پوندي.

1983ع ۾ "شاهاڻو شاهہ" ڇپيو. 1984 ۾، بہ ڪتاب منهنجي هٿان ڇپجي نڪتا. منهنجو بزرگ دوست هريرام ڏيارام مازيوالا 90 ورهين جي عمر ۾ 16 نومبر 1982ع تي پرلوڪ پڌاريو هو. سنڌ جي اوائلي ڪانگريسي اڳواڻن مان هڪ هو. ست سال جيل جي ياترا ڪئي هئائين. وڏو ديس ڀڳت، ساهتڪار، ودوان، تعليم دان ۽ اخبار نويس هو. سندس لکيتون موجود هيون، انهن جي مون کي ڄاڻ هئي. سندس سپترن تي زور ڀريم تہ پنهنجي پتا جو شراڌ سندس لکيتن جي سنگرهہ ڇپائڻ سان ڪريو. انهن کي ڳالهہ وڻي. خرچ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا. باقي ٻي سڀ جوابداري مون پاڻ تي کنئي.

لکيتن کي گڏي، سوڌي، ۽ رٿا هيٺ ناهي. ڪتاب جي ڇپائڻ جو ڪم هٿ ۾ کنيم. اهو چونڊ لکيتن جو سنگرهہ. ٽن سون صفحن ۾ (ڊيمي سائيز) ۾ ٿيو. منجهس 16 صفحا آرٽ پيپر تي فوٽو بلاڪ پڻ ڇپيل آهن. جي اتهاس جا ورق دهرائين ٿا. ڪتاب جا باب آهن.

يادگيريون، ويچار، ووچ رهاڻ، امنگ ۽ پل پل جا پور. ڪتاب پنهنجي ڍنگ جو، نرالو ۽ انوکو آهي. ڪتاب جو نالو: "يادگيريون ۽ رهاڻيون" آهي.

گپت متاهين شڪتين جي اثر جي ڪري، هڪ ٻيو ننڍو ڪتاب، 80 صفحن جو (ڊيميءَ ۾) پڻ ايڊٽ ڪري، ڇپائي ورتم. اهو آهي راڄ رشي ديارام گدومل جي "شري ڀڳوت گيتا جو سار". ديارام گدومل، نئين سنڌ جي نرماتا. "يگ پرش". 1983 ۾ شري ڀڳوت گيتا تي ٽيڪا لکي هئي. اهو ڪتاب ڇهن سؤ صفحن ۾ هو. ۽ انهيءَ ئي ڪتاب ۾ "شري ڀڳوت گيتا جو سار" جدا ۽ الڳ پڻ لکيو هئائين. سار جي ڇا ڳالهه ڪجي. لفظ نه آهن. جن سان شري ديارام جي مهما جو وستار ڪجي. سار لکي، شري ديارام سنڌي سماج تي وڏي ڪرپا ڪئي آهي. سار پڙهي، پاٺ ڪري، سولائي ۽ سهنجائي سان گيتا جي گيان کي سمجهڻ ۾ هٿي ملي ٿي. گيان جي خيال کان گيان آهي. ساڳئي وقت، لٽرري نظر کان ڏسجي ته جنهن ڍنگ ۾ هرهڪ اڌياءَ جو سار ڏنو ويو آهي. اهو وڏي ادبي ڪماليت جو ڪم ڪيل آهي. سار جو سار ۽ گيان جو گيان. پنج هزار خرچ ڪري، ڪتاب جون هڪ هزار ڪاپيون ڇپايم. پڇاڙيءَ ۾ 16 صفحن ۾ ديارام گدومل جي جيون ۽ ڪارنامن جي جهلڪ پڻ ڏنم.

ڪتاب جي قيمت 5 روپيا. اصلي لاڳت کان به ڪجهه گهٽ. هڪ هزار ڪاپيون، پنجن سڄڻن کي ڏنم. هر هڪ کي ٻه ٻه سو ڪاپيون ۽ ڪانئن هڪ هڪ هزار رپيا ورتم. ڪتاب وراهجي ويا. جلدئي ٻيو ڇاپو نڪرندو. ٻئي ڇاپي ۾ ٻه هزار ڪاپيون. هڪ سنو، سهڻو، ۽ ناهوڪو ڪتاب ايڊٽ تي محنت ڪرڻي پئي. بيهڪ جون نشانيون ۽ لکيت کي ننڍين پئرائن ۾ ورهائڻ. 1893 واري لکيت کي 1985ع ۾ برابر پڙهڻ ۽ برابر سمجهڻ لاءِ ايڊٽ جي ضرورت هئي. باقي لکيت ۾ ڪابه ڦيرڦار نه. عبارت جي کهڙي ڳالهه ڪجي! نهايت سندر ۽ ناهوڪي. لاشڪ. هڪ ڪامل پرش جي ڪماليت جو ڪارنامو آهي.

ديوناگريءَ ۾ به. هڪ سؤ صفحن ۾، مئگزن سائيز ۾، "هيرا ماڻڪ لال" نالي سان به ظاهر ٿيو. اصلي مضمون، ڪهاڻيون، ساهتڪ مضمون، ڪويتا ڀاڱ ۽ ديوناگري هلچل جي تاريخ. ديوناگريءَ ۾ ڇپيل ڪتابن جي لسٽ ۽ هلچل سان لاڳو ٻيون پڻ ڳالهيون. اهي پنج باب.

1984ع وارو سال نهايت مشغوليءَ ۾ گذريو. ديوناگري ۾ ابراهيم جويي جو 'شاهه سامي ۽ سچل' مضمون بہ ڇپيو آهي.
انهن سيني ڳالهين سان گڏ. مان، هر هفتي ۾ ٽي ڏينهن، نيشنل هاسپٽل. مهيم ۾ آنرري سروس لاءِ ويندو آهيان. منهنجي ڊاڪٽر دوست لڇاڻيءَ جي چوڻ تي، ٻيا ٽي ڏينهن چيمبور ۾ سنڌين پاران نئين قائم ٿيل جنرل اسپتال ۾. پنهنجي آزمودي جو فائدو ڏيڻ لاءِ. نئين اسپتال جي ڪم کي هٿي ڏيڻ لاءِ پڻ ويندو آهيان. اهو بہ آنرري سوروس جي ليکي. اسپتال جو نالو "انلئڪس جنرل هاسپيٽل" آهي. ان اندر جي نالي مان ۽ لئڪس لڪمشي جي نالي مان ورتل. لڪشمي اندر شوراساڻي. اندر سرڳواس ٿيل آهي. لکين رپيا. ڊونيشن ۾ ڏيئي. ست ماڙ جاءِ نهرايل آهي. راشٽريہ سيوا سمتي قائم ڪري، سنڌي بئنڪرن لکين رپيا دان ڏنو آهي. انهيءَ اسپتال جي مشغوليءَ مونهنجو گهڻو ڪجهہ ڏيان ورتو. گهر کان چئمبور ٽائين. اچڻ وڃڻ ۾ ساڍا ٽي چار ڪلاڪ لڳي ويندا آهن. چار ڪلاڪ ڪم ۾ رڌل رهڻو پوندو آهي. ڏاڍو زور لڳايائون تہ مان ڪجهہ الائونس وغيره وٺان. پر مان ڪجهہ نہ وٺندو آهيان. آنرري، چانهہ جو ڪوپ. ۽ ڪجهہ ڇهر وغيره بس.
منهنجي زوردار ڪوشش آهي تہ ڪنهن هٿان اهي ڪتاب اوهان ڏانهن موڪليان. اڃان سڦلتا نہ ملي آهي. اُتم. جويي لاءِ ڪتاب ورتو هو. چئي ٿو تہ ڪتاب جويي کي بروقت موڪليو اٿس.
هن سال شروعات ۾. سنڌين جي وڏي ۾ وڏي نگري، الهاس نگر ۾ هندي ڊئريڪٽوريٽ طرفان سنڌي ٻوليءَ ۾ ساهتيہ تي ٿيندڙ سيمينارن جي سلسلي ۾ پنجون سيمينار ٿي گذريو. شري هيرو شيوڪاڻي ڊئريڪٽر هو.
گجرات جو ناليرو ساهتڪار. شري گلابراءِ بروڪر. پنهنجي صدارتي تقرير ۾ چيو تہ "منهنجو هڪ ساهتڪار دوست جهڪي سال سنڌ ۾ رهيو هو. تنهن مون کي ٻڌايو تہ سنڌ جو شاعر عبداللطيف هڪ نڪتہ نظر کان، ڪوي ٽئگور کان مهان آهي. جو هن جي ڪوتا ۾ فيلسوفي ڀريل آهي. جا ٽئگور مان نٿي ملي." شري بروڪر سنڌين کي چيو تہ اوهين اهڙي اعليٰ ورثي تي فخر ڪري سگهو ٿا.
شري بروڪر چيو تہ ساهتيہ ۽ ساهتيڪار جو جيون ۾ وڏو درجو آهي. ڪنهن مهان ڀاڱ چيو آهي تہ ڀارت ۾ ساهتيہ ڀل جدا جدا

پولين ۾ لکيل هجي. ساهتيہ معنيٰ جيون جو درپن آهي.
جديد يگ جي ساهتيہ تي ڪڙي آلوچنا ڪندي شري بروڪر چيو تہ ”اڄ اهو هڪ فيشن ٿي پيو آهي تہ نراسائيءَ وارو ۽ اونداهو طرف ڏيکائيندڙ ساهتيہ رچجي. ليڪن جي من تي هڪ پرم ويٺل آهي. تہ آساوادي ۽ نفي ساهتيہ لکندا تہ هو پرمپرا وادي. روايتي سڏيا ويندا. اهو پرم اجايو آهي.“
شري بروڪر سنڌي ساهتڪارن کي للڪار ڪئي تہ اوهان بہ اهڙو ساهتيہ پيدا ڪريو جو اوهان مان بہ ڪن جو نالو ٽئگور پنرت بابو پريمچند جيان ڪنيو وڃي.
مقالا: (1) جي. ايم. اتم جو اوائلي سنڌي نثري اتهاسڪ نظر.
(2) ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي: سنڌي نثر جو آغاز- تواريخي پس منظر.
ٻئي ڏينهن تي
گوبند مالهي: اوائل نثر جي ڪِڃ ماپ ۽ معمار.
..... روهڙا: اوائلي سنڌي نثر جو پاشاوگيانڪ اڀياس.
پرسي گدوائي: اوائلي سنڌي نثر جو پاشاوگيانڪ اڀياس.
هن سرڪار جي تعليمي کاتي جي هندي ڊئريڪٽوريٽ هيٺ.
نئين سنڌي صلاحڪار. ڪاميٽي جو ميڙ ٧ جون دهلي ۾ٿيو.
ميڙ ۾ خودمختيار سنڌي وڪاس بورڊ قائم ڪرڻ جو فيصلو ٿيو. يوجنا ڪميشن ستين پنج سالي يوجنا هيٺ بورڊ قائم ڪرڻ جي رٿا منظور ڪئي. ان لاءِ 20 لک رپيا 85-1986 ۾ ئي خرچ ڪرڻ جي رٿا آهي.
هندسرڪار طرفان 2 سؤ ڪاپيون خريد ٿين ٿيون. انهي سبب سنڌي ليکڪن ۽ ساهتڪار ۾ نئون ساهہ اُڀريو آهي. باقي سنڌي ڪتابن جو وڪرو اڃان نالي ماتر آهي.
مان هن وقت. ”سنڌ ۽ اسان جو ورثو“ جلد پهريون. سنڌ جو اتهاس. تعليمي کيتر ۽ پبلڪ جيون - مکيہ باب پبلڪ جيون تي مئنر تيار آهي. تعليمي کيتر تي لکڻ جو خيال پوءِ آيو. عبدالغفور انصاري. مون کي ڪراچي جي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج جي گولڊن جوبلي جو ڪتاب ڏنو هو. هن وقت مان انهي گرنٿ تي نور نچوئي رهيو آهيان. سمجهان ٿو تہ عبدالغفور جي آتما. مون سان گڏ. ٽيبل تي موجود آهي. هن جي باب چار سو سنڌين جي (Who is who) بہ ٿيندي. سندن

جيوت جهلڪ. ڪتاب هن سال پريس کي ڏيندس. 1986 جي وچ ڌاري راس ٿي ويندو.

ڪجهه وقت اڳ ماهتاب محبوب اسان پاسي آئي هئي. ڪانئس جويي بابت پڇا ڳاڇا ڪيم. ڪجهه به ٻڌائي نه سگهي. ائين به چيائين ته نڪرڻ وقت ساڻس ڳڌجڻ نه ٿيو. هوءَ مون کي اوچتو. ٿهلرام آزاد جي گهر ۾ ملي. مان به الا... ...يئن ۽ ڇو. ٿهلرام جي گهر ويس. ڪجهه وقت ساڻس ڳالهه ٻولهه ...يم. انهيءَ بعد وري ملڻ ۽ ڳڌجڻ نه ٿيو.

اياز قادريءَ وٽان ڪوبه حال احـ... ...ونهي. الائي ڪيئن آهي. ساڻس ڳڌجڻ جو موقعو ملي ته ڪيس مـ... پاران ضرور چئوس ته خط پٽ لکي.

مان ڪجهه ڏينهن کان پوءِ جويي ...ي به لکندس. ساجد وٽان خط اچي ويو. ڪيس. اوهان ائڊريس ڏنو هو ۽ منهنجي پاران يادگيري پڻ ڏني هئي.

اوهان لکيو هو ته ڊاڪٽر ڀڳوانداس گربخشاڻيءَ کي احوال ڏيان ته شمس جي طبيعت بلڪل ٺيڪ آهي. اهو ڄاڻي خوشي ٿي. مان هاڻ. هر ٻين مهيني ۾. هڪ خط لکندس.

شائسته هاڻ ٻي ڪام ٿي وئي هوندي. وڏيڪ ڇاتي ڪري ۽ شهلا کي ڊاڪٽر نالو اڳيان ڏئي لکڻ ۾ اڃان ڪجهه وقت لڳندو. شهاب کي انجنيئرنگ ڪاليج ۾ داخلا ملي هوندي. اسان پاسي انجنيئرنگ ڪاليج ۾ داخلا ملڻ نهايت مشڪل مسئلو ٿي ويو آهي. منهنجا شمس لاءِ سڪ ڀريا سلام. ٻارن لاءِ قرب ۽ پيار. دوستن کي منهنجي پاران گهٽو گهٽو پڇٽو ۽ ياد ڪرٽو دل گهريا سلام ڏيٽا اٿو.

واسديو نرمل کي ٻارن لاءِ هڪ ڪتاب. امان. توکي خبر آهي؟ تي پنج هزار رپيا نيشنل ايوارڊ مليو آهي. هاڻ قلم کي روڪيان ٿو ۽ خط کي بند ڪريان ٿو.

قربن ۽ پيارن سان

موتيرام رامواڻي

3/01/1988

پيارا ڀاءُ نورالدين سرڪي،

اوهان جو شڀ ڪارڊ پهچي ويو اٿم. مون کي پرون ته ڀيل هئا ته اڳ وانگر. ساليانو شڀ اڇائن ۽ نيڪ مرادن ڀريو ڪارڊ ضرور اچي پهچندو.

اهو برابر آهي ته ڪڏهن ڀلجي به ٻه اکر نه لکيا اٿم. پر منهنجي ڀاران ٻنان تندتار. پيار ۽ قرب ڀريا سنيها. اوهان کي ضرور رسندا هوندا. اوهان منهنجي لاءِ ڏور نه آهيو. اوهان منهنجي چت تي آهيو. مان اوهان کي ياد ڪندو رهندو آهيان. منهنجون سڀ ڀاونائون ۽ شڀ اڇائون اوهان ساڻ آهن.

اوهان کي نند چڱائي. اوس ٻڌايو هوندو ته منهنجي ڀاران لکيل گرنٿ ڇپجي رهيو آهي حقيقت ۾ ڪتاب جا ڇپيل 328 صفحا نند کي. هري موٽواڻي معرفت ڏنا هئم ته ڪٽي وچي جوبي جي هٿن ۾ ڏئي. نند اهو ٻڌايو ته ڇپيل پنا ڀاءُ جوبي جي هٿن ۾ ڏنا ويا . انهيءَ بعد سندس جوبي سان ملاقات ڪانه ٿي سگهي.

هن وقت گرنٿ. سنڌ ۽ اسان جو ورثو مواد ڇپجي چڪو آهي. ڪتاب جو مواد 432 صفحا. ٻه ضميما ۽ ڏسٽي سان ڪل 448 صفحا منڊ ۾ 32 صفحا ٻه اکر. مهاڳ. (ٻلديو گاجرا) پنوتري وغيره. ائين ڪل 480 صفحا.

گرنٿ ڇئن ڀاڱن ۾ آهي.

**1. اتهاسي ورثو**

1. موهن جو دڙو. 2. سنڌو ماٿري 3. سنڌ (منهنجي قلم سان لکيل)

**2. سنڌ ۽ سنڌو؛ (چونڊ ڪويتائون ۽ مضمون)**

سنڌڙي (ديارام گدومل). سنڌ سونهاري (بيوس). درياهه شاهه (جتوئي). سنڌوءَ جو ڪنارو (ديوناس آزاد) سري اڏيرولال (ڏيارام ميرچنداڻي) امر لال ( تماٽو)

3. **شاهه. سچل ۽ سامي** : شاهه جو رسالو (جٿرامن دولترام) ساميءَ جا سلوڪ (ديارام گدومل) سنڌ جي صوفي شاعرن جو سنيهو (ڄيٺمل

پرسرام). شاهه. سچل. سامي (ابراهيم جويو) ۽ ديپ (پلديو گاجرا)
**4. پبلڪ جيون:** منهنجي قلم مان. 51 مضمون (342 صفحن ۾)
مضمونن جا سرا هي آهن:
سنڌ سڀا - سنڌ ٽائيمس ۽ سنڌ سڌار اخبارون
"فينس" اخبار - ڪراچي ميونسپالٽي جي اوائلي ڏيهاڙي.
پبلڪ جيوت (جهلڪيون (1). سنڌ جو پهريون ڪاليج ڪراچي.
ڪاليج فنڊ. وديا ڪيتر ۾. سنڌ ۾ برهمو سماج. سوشل رفارم
ائسوسيئيشن. اڏيري لال تي سماج سڌار سميلن. ڀيا پنگتي سميلن.
سنڌ ۾ سڌايل پهرين راجنيتي ڪانفرنس. ڪراچي ۾ پليگ جو نگرو
مرض. حيدرآباد ۾ پليگ. ڪوٽڙيءَ ۾ پليگ. سڌارسڀا. پبلڪ جيون
جهلڪيون (2). سنڌ ڪان ٻاهر سڪرت ۽ پراپڪار. ڊاڪٽر ائني
بيسنٽ پهريون دفعو سنڌ ۾. بمبئي ۾ سڌايل ڪانفرنس ۽ سنڌي
پريزيڊنٽ. مينارام ڌرمادا ٽرسٽ. ڏيس پر پريلي ۽ پرمارٿ جا ڪم.
درويش دانوير. هوپفل سوسائٽي ۽ هندو ڪمار منڊلي. ڀارتواسي.
سنڌي روزاني. بندي ماترم. منڊلي سڌ جو هڪ عجب ۽ اسرار. پبلڪ
جيون جهلڪيون (3) پهرين سنڌ پراونشنل ڪانفرنس. ٻي سنڌ
پراونشنل ڪانفرنس. سنڌ ۾ پهريون راڄڊوهي مقدمو. ڪرپالاڻيءَ جي
هڪ انوکي دين. برهم چريه آشرم.
ڪراچي ۾ 28 انڊين نيشنل ڪانگريس اجلاس. "نيوٽائمز"
انگريزي روزاني. سنڌواسي. هندواسي. ڀارتواسي ۽ هندواخبارون.
ڪراچيءَ ۾ هوم رول شاپ. گانڌيجي پهريون دفعو سنڌ ۾ پڌاريو.
سنڌ ۾ پرونشنل ڪانفرنس جو سلسلو . 1919ع وارا راڄڊوهي مقدما.
هندو اخبار وري ميدان ۾. لوڪمانيه تلڪ سنڌ ۾ پڌاريو. سهڪار.
هلچل ۽ سنڌي "شڪتي" اخبار هندو اخبار سوراج آشرم هيٺ. فرض
ادائي جي راهه ۾. گرلڀ اولڊ جينٽلمئن. شرڌاپري شرڌانجلي. شاهو
جيون ۽ شاندار مرتبو. ڪراچيءَ ۾ ۴۵ انڊين نيشنل ڪانگريس
اجلاس. (هي سڀ 1931 تائين آهي).
ڪتاب جو مٿر چڱي ويو آهي. بلاڪ تيار ٿيا آهن. 40 صفحن
۾ آرٽ پيپر تي بلاڪ ڇپيا. پوءِ سيڪشنل سلائي. سڄي ڪپڙي سان

پکو جلد ۽ مٿان پلاسٽڪ جو جئڪيٽ. جنوري ۾ ڪم ٿي ويندو.
شري ٻلديو ڳاجرا. پنهنجو مهاڳ هن ريت شروع ڪيو آهي:
"شري موتيرام راموائي" جي هن گرنٿ لاءِ مهاڳ لکڻ شروع ڪريان.
تنهن کان اڳ. آءٌ نهايت نياز ۽ ادب سان. شري راموائيءَ کي پرنام
ڪرڻ ٿو چاهيان. هن متر. نهايت ئي اونهو ۽ وسترت اڀياس ڪري ۽
ايتري ساري محنت ۽ جاکوڙ ڪري، هي گرنٿ "سنڌ ۽ اسان جو ورثو"
لکي تيار ڪرڻ ۽ شايع ڪرڻ سان. سنڌي جاتيءَ تي هڪ وڏو اُپڪار
ڪيو آهي.
"هي گرنٿ هڪ دستاويز آهي. هڪ اتهاسي حوالو آهي. هڪ
پريرتا جو سرچشمو آهي. اسان جي ايندڙ نسل اهو ڪتاب پڙهي.
پنهنجي ابن ڏاڏن جا سندر ۽ دلڪش چتر پڙهي ۽ ڏسي. هنن جي همٿ
۽ جريت ڀريل ڪارنامن جا قصا سڻي. سندن فراخدلي. مردانگي.
تياڳ. تپسيا. ساروَجنڪ سيوا جي ڪهاڻين جا ورتات جاڻي. فخر ۽
خوشيءَ ۾ ڳد ڳد ٿيندي ۽ اوچي ڳات. ٻين جاتين جي وچڻ ۾ ٻيهي
چرچر ڪري سگهندي.
"شري موتيرام جو هي گرنٿ. عام پاٺڪ راءِ آهي. جو رواجي
ذهن ۽ ڄاڻ وارو سنڌي سائين شوق سان پڙهي سگهندو ۽ ان ڄاڻ
حاصل ڪرڻ بعد. ان تي فخر وٺي سگهندو."
سپتري شمس لاءِ سو سو سلام. ٻارن لاءِ پيار.
موتيرام راموائي

5 فيبروري 1988

پيارا ڀاءُ سرڪي
آشا ته اوهان پاسي سک آنند هوندو. اوهان. شمس.شهلا.
شائستا ۽ شهاب بلڪل نيڪ ۽ مزي ۾ هوندا. منهنجا پيار سڀن لاءِ.
گذريل جنوري مهيني ۾. هڪ خط لکيو هوم اميد ته اهو اوهان
کي پهتو هوندو. انهي خط ۾ منهنجيءَ گرنٿ. سنڌ ۽ اسان جو ورثو.
جو تفصيل وار احوال ڏنو هوم. هن خط ۾. شري ٻلديو گاجرا جنهن

گرنٿ جو مهاڳ لکيو آهي. تنهن مان ڪي ٽڪرا ڏيان ٿو. اسان وٽ. ڳاجرا صاحب اعلي درجي جو نقاد آهي. سندس راين کي وڏو وزن هوندو آهي. هن صاحب لکيو آهي ، ”شري موتيرام رامواڻي“ جي هن گرنٿ لاءِ مهاڳ لکڻ شروع ڪريان. تنهنڪان اڳ آءٌ نهايت نياز ۽ ادب سان. شري رامواڻيءَ کي پرنام ڪرڻ ٿو چاهيان. هن متر. نهايت ئي اونهو ۽ وسترت اڀياس ڪري، هي گرنٿ ”سنڌ اسان جو ورثو“ لکي تيار ڪرڻ ۽ شايع ڪرڻ سان. سنڌي جاتيءَ تي هڪ وڏو اپڪار ڪيو آهي.

هي گرنٿ هڪ دستاويز آهي، هڪ اتهاسي حوالو آهي. هڪ پريرڻا جو سرچشمو آهي. اسان جي ايندڙ نسل. اهو ڪتاب پڙهي. پنهنجي ابن ڏاڏن جا سندر ۽ دلڪش چتر ڏسي. هنن جي همت ۽ جريت ڀريل ڪارنامن جا قصا سڻي. سندن فراخدلي. مردانگي. تياڳ تپسيا. ساروجنڪ. شيوا جي ڪهاڻين جا ورتانت ڄاڻي. فخر ۽ خوشي ۾ گدگد ٿيندي، ۽ اوچي ڳاٽ ڀين جاتين جي وچ ۾ ٻيهي چرپر ڪري سگهندي.

” شري موتيرام جو هيءُ گرنٿ. عام ٻانڪ لاءِ آهي. جو رواجي ذهن ۽ ناڻ وارو سنڌي سائين شوق سان پڙهي سگهندو. اُن مان ڄاڻ حاصل ڪرڻ بعد ان تي فخر وٺي سگهندو.

”مونکي اهو ٻڌائيندي نهايت خوشي ٿي ٿئي ته شري موتيرام جي هن ڪتاب پڙهڻ سان. منهنجي اُن قسم جي ڄاڻ ۾ چڱو چوکو اضافو ٿيو آهي. سنڌين جي نوجوان پيڙهين کي، توڙي انهن مترن کي جي جوانيءَ جو رنگين عرصو گزاري وڃئين منزل تي پهتا آهن. يا خود اُهي جي هن سنسار کي الوداع ڪرڻ جي انتظار ۾ آهن تن سڀني کي. آءٌ زوردار التجا ڪندي، ته جي سچ پچ اوهان سنڌي هئڻ ۾ فخر جو احساس ٿا ڌاريو ته هي گرنٿ ضرور پڙهو. پوءِ اوهان کي تسڪين ٿيندي ته اوهان جو سنڌي هئڻ لاءِ فخر ٿا وٺو. ان لاءِ اوهانکي ڪافي دليل ۽ پرماڻ آهن.

” 450 صفحن کان وڌيڪ صفحن واري گرنٿ ۾. جيڪي ڪجهه ڏنو ويو آهي، اُن جو ٿوري ۾ به ته اختصار ڏيان ته 40 صفحا گهربا. اُن

۾ اوهان  جا ڏسندا. جا اوهان کي ملندو. ان ڏانهن ڪو اشارو ئي ڪندس. رشي ديارام جو دل اڌارينڌڙ گيت "سنڌڙي". بيوس جو "سونهاري سنڌ". جتوئيءَ جو "پلي آئين جيءَ آئين دريا شاهه". ڏيونداس ڪشنانيءَ جو "سنڌوءَ جو ڪنارو" اڏيري لال جي ڪٿا. اوهانکي مڙئي چيزون هن گرنٿ ۾ ملنديون.
"شاهه سچل ۽ سامي". سنڌ جي پرسنڌ شاعرن جي ترمورتي سندن شعر جي جاڻ گهرجيو؟ ڪلياڻ آڏواڻي جي شاهه جي رسالي تي. شري جٿرامداس دولترام جو عالماڻو مهاڳ پڙهو. رشي ديارام گدومل معرفت ساميءَ جي سلوڪن جي مرم لهو. سنڌ جي صوفي شاعرن جو سنيهو چينمل پرسرام ڪان سڻو. تنهي جي پيٽ ابراهيم جويي معرفت ڪريو.
"سنڌ جي سارَوجنڪ جيون جون دل اڌارينڌڙ ڪهاڻيون. اوهان کي موتيرام تفصيل ۾ ٻڌائيندو. سنڌ جا پريه راڄنيتي نيتا ۽ سماج سڌارڪ. سنڌ جون اخبارون ۽ انهن جو جنم ۽ جولان. ڪشت ۽ ڪشالا. قربانيون ۽ سيوائون. برک چمتڪاري هستيون. چمتڪاري پرش. سياسي ساماجڪ ۽ ساهت ڪيتر جون برک هستيون. انهن مڙني سان اوهان جي ملاقات ٿيندي.
"سنڌ جي راڄنيتي جيون جو چمڪيلو چتر. اوهان کي هن گرنٿ ۾ ملندو. اوائلي سوديشي هلچل. شروعاتي بغاوت لاءِ مقدما. هوم رول هلچل. اسهڪار هلچل نمڪ ستياگرهه. وغيره مڙني جون جهلڪيون اوهان کي ملنديون. تفصيل وار  احوال اوهانکي ملندا. سنڌ ۾ مهاتما گانڌي ۽ لوڪمانيه تلڪ ۽ ٻين نيتائن جا دورا. ۽ دورن جا تفصيل به ملندا.
"خبر نه آهي. موتيرام ڪٿان ويهي نالا هٿ ڪيا آهن. ڪانفرنسن ۾ ڊيليگيشن جا نالا. ٻڌاڏڪارين جا نالا. اَسهڪار ملاقاتين جا نالا تحريڪ ۾ ڪن ڪن جا نالا هئا. شايد اوهان نالا پڙهي سڃاڻي وٺندا ته ڪو اوهان جو ڏاڏو. پرڏاڏو. تر ڏاڏو يا نانو به ڪو. جنهن سنڌي سارَوجنڪ جيون ۾ ڪجهه يوگدان ڏنو.
"وري مزيدار ڳالهه هيءَ آهي ته جيڪي ڪجهه موتيرام ٻڌائي

ٿو. سو سندوار آهي. تاريخن سان. ماڻهن ۽ جڳهين جي نالن سان. سندن کوج کي ڏيرج جي ڪا انتها ڪانهي.

”ڪيترين ئي اهڙيون حقيقتون. واقعا درج ڪيا اٿس جن لاءِ سنڌي فخر وٺي سگهن ٿا. بمبئي پريزيڊنسيءَ جي پراونشنل ڪانفرنس بمبئي ۾ ٿئي. ۽ ان لاءِ پريزيڊنٽ سنڌي سيوڪ (ٿهلرام گيمچند) چونڊيو ويو. سا ڪا ٿوري عزت نه آهي. سنڌ جا دانوير سنڌ کان ٻاهر پنهنجا پنهنجا ڏرمائو ڪاريه هلائين. ان سمي. سا ڳالهه تعجب جي به آهي ۽ فخر جي به. ”جنهن به سنڌي سڄڻ جي دل ۾. سنڌ جي ماضيءَ جي اتهاس جي ڪا ڏنڌلي ڄاڻ آهي. ۽ ان لاءِ فخر آهي ته اُن کي موتيرام جو هي گرنٿ اوس پڙهڻ گهرجي. سندس ڄاڻ ۾ بيحد اضافو ٿيندو. ۽ سنڌ جي اتهاسڪ ورثي لاءِ سندس اندر جو نيم سچيتي وارو گورو آهي. ان لاءِ ڪيس دستاويزي پرماڻ ملندا. پوءِ. مون کي خاطري آهي. ته هو به. مون جيان. موتيرام کي سجدو ڪندو. سلام پريندو. پرنام ڪندو.“

وڏيڪ ٻئي دفعي. دوستن ۽ ساٿين کي سوَ سوَ سلام. ڪتاب پهتا. عبدالڪريم سنديلي جا ڪتاب سامي تي ضرور گهربل آهن.

موتيرام راماڻي.

14 مارچ 1988

پيارا ياءِ سرڪي

هن سال کان. جنوري مهيني کان هر مهيني هن ريت هوائي پتر اوهان ڏانهن لکيو اٿم. آشا اٿم ته جنوري ۽ فيبروري وارا پتر اوهانکي پهچي ويا هوندا.

24 فيبروري تي گرنٿ جي پڌرائيءَ جو مهورتي اُتسو ڪيو ويو. هي ڪارج. منهنجو شخصي نه هو. بلڪ سڄي سنڌي سماج جو هو. تنهنڪري بهتر سمجهڻ ۾ آيو ته اِهو اُتسو به سنڌي سماج جي عيوضين پاران رٿيو وڃي. شري ٻلديو گاجرا. انهي ڏس ۾ اڳواٽي ڪري رٿا کي عملي روپ ڏنو. هن ريت نينڊ پتر ڪڍيو ويو:

پريہ متر

اوهان کي ٻڌي خوشي ٿيندي تہ اسان جي متر، پرسڌ ليکڪ ۽ ساهتڪار، شري موتيرام رامواڻيءَ جيکو انوکو اتهاسک گرنٿ "سنڌ ۽ اسان جو ورثو" ڏانيو هو. اهو سڪ سان اڄي پورو ٿيو آهي. ۽ ان جي وموچنہ ڪرڻ لاءِ ڪار جي دياونتي هال ۾ (پرمانند هندوڄا روڊ تي) هڪ دلڪش اُتسو آيوجت ڪيو ويو آهي.

ان ڪتاب جي وموچڻ جي رسم ادا ڪرڻ لاءِ اسان سنڌين جي هڪ نهايت ئي نشڪام سواڌارل. ناڪري ڀيڻ وليرام لڪاڻي کي وينتي ڪئي آهي ۽ هن ڪرپا ڪري اسانجي وينتي سويڪار ڪئي آهي. اوهان کي ڄاڻ هوندي تہ ناڪري ڀيڻ سنڌ جي اوائلي ۾ اوائلي ليڊي گرئجوئيٽن مان آهي. هن پنهنجي جيون ڀينرن جي سِوا ڪاريہ لاءِ ارپڻ ڪئي آهي. هوءَ اڄ سنڌين جي هڪ پرمک سنستا. ٽرسٽ فار سنڌي وومينَ ۽ چلڊرين جي آنرري جنرل سيڪريٽري آهي. اهو اُتسو ٻڌر 24 فيبروري 1988ع تي شام جو ساڍي ڇهين رٿيو ويو آهي. ڪتاب جي وموچڻ سان گڏوگڏ سنڌي سنگيت جي محفل پڻ رٿي وئي آهي.

توهان کي نماڻي وينتي آهي تہ مٿئين اُتسو ۾ شامل ٿي شري موتيرام ۽ اسان جي همٿ افزائي ڪندا ۽ پڻ پنهنجي وڏن بزرگن جي اتهاس کي روشن ڪرڻ جي شڀ ڪاريہ ۾ ڀاڱ وٺڻ ۾ فخر جو احساس حاصل ڪندا.

اهو ٻڌائيندي اسان کي خوشي ٿي ٿئي تہ 24 فيبروري تي شري موتيرام 78 ورهين جو لنبو ۽ ڪارائتو سفر پورو ڪري 79 ۾ قدم ڌري رهيو آهي.

سيوا ۾ سيتا سامتاڻي. سنمک اسيراڻي. شيوڪ ڀوڄراج. (پرنسپال) نارائڻ هنگوراڻي. تيرٿ سياڻي. آسانند مامتورا. نرسنگ کولاڻي. گوبند مالهي. گوپال گربخشاڻي. ڪملا هيرانند. لڪشمي گوپ سنڌوا. ڊاڪٽر ڀڳوانداس منگهارام سپاهيملاڻي. ڪينو ننگپال. ٻلديو گاجرا

"هندستان" سنڌي رواني ۾. اُتسو جو احوال هن ريت آهي.

"سنڌ ۽ اسان جو ورثو" جو وموچڻ اُتسو.

بمبئي 25 . ڪاري دياونتي تيڪمداس هال ۾ 24 فيبروري تي شام جو ٻڙي موتيرام راموائي جي انمول گرنٿ "سنڌ ۽ اسان جو ورثو" جو مهوچڻ ناڪري وليرام لکاڻي جي شبي هٿن سان. نهايت سهائيندڙ واتاورن ۾ تي گذريو. جيئن ته اهو ڏينهن شري موتيرام جو جنم دن ٻه هو جڏهن ته هو 78 سال پورا ڪري 79 ۾ قدم ڌري رهيو هو. ان ڪري منچ تي وينل مهان ڀائن کيس جنم دن واڌايون ڏنيون. سندن سنمان ڪيو.

اتسو جي صدارت بزرگ ساهتڪار شري آسانند مامتورا ڪئي. شري موتيرام ڀيڻ ناڪريءَ کي بوڪي ڀيٽ ڪئي ۽ پنهنجي ڪتاب جو موچڻ ڪرڻ لاءِ وينتي ڪئي. ڀيڻ ناڪريءَ ان اعليٰ گرنٿ جو موچڻ ڪندي، سنڌ جي اتهاس ۽ ٻولي جي مهانتا ٻڌائي ۽ ان گرنٿ جي اهميت ڏانهن اشارو ڪيو.

ان کان اڳ شري ٻلديو گاجرا، ٻڙي موتيرام جي لگن، ڌيرج، ڪاريه، شڪتيءَ، کوج، لکڻي جي گڻن جو ذڪر ڪيو ۽ کيس پرنام ڪيو. شري ٻلديو ٻڌايو ته هن ڪتاب ۾ شري موتيرام ڪيئن سنڌ جي گوناگون جيون جو نقشو چٽيو آهي.

شري موتيرام پاڻ ٻڌايو ته کيس ان ڪتاب لاءِ پريرتا سورگيه سيٺ سکديو وٽان ملي. هي گرنٿ لکي شايع ڪرڻ سان، پاڻ کي مڪت ڪيو آهي.

اُن اتسو ۾ دادي سنيا سامتاڻي، شري سنمک اسيراڻي، دادا شيوڪ يوجراج، شري گوپال گربخشاڻي، شري تهلرام آزاد پڻ شري موتيرام کي جنم دن جون واڌايون ڏنيون. ۽ هنن کيس ههڙي اعليٰ درجي جي گرنٿ رچڻ ۽ شايع ڪرڻ تي مبارڪون ڏنيون. پرڏان شري مامتورا ٻڌايو ته سندس سميرڪ شري موتيرام سان سنڌ کان وٽي آهي. هن ۾ لگن، کوج، شڪتي ۽ محنت جا املهه گڏ آهن.

اتسو ۾ شريمتي ودياگربخشاڻي، شري رامناڻيءَ ۽ شري ايسر ساپرو ۽ سندس ڌرمپتني پنهنجن گيتن ۽ ڀڄنن سان درشڪن کي آنندت ڪيو.

شري ڪنيالال، پيجاڙيءَ ۾ شڪر ادائي جي رسم ادا ڪئي. هن

هڪَ گمنام متر جي شڪرگذاري ڪئي. جنهن سموري جلسي جو ڪل خرچ پنهنجي سر تي هموار ڪيو هو.
ڪل 480 صفحا ۽ 40 صفحا آرٽ پيپر تي الڳ.
هرڪا ڪوشش وٺي ڏسندس تہ گرنٿ اوهان پاسي اوهان ڪي پهچي وڃي.
هي پهريون جلد آهي. هن سلسلي ۾ ٻہ ٻيا بہ جلد ڪڍندس. جيون جي سفر پوري ڪرڻ کان اڳ سماج جو اهو قرض ضرور ادا ڪندس.
سپتري شمس. ڪي هاٽي ڏوراپي ڏيڻ جو موقعو نہ ملندو تہ اوهان کي ياد نہ تو ڪريان. شهلا. شائستا ۽ شهاب لاءِ پيار.
موتيرام راموائي

13 اپريل 1988

پيارا ياءُ سرڪي،
هن سال ۾ جنوري کان، هر مهيني ۾ هڪ پتر لکيو اٿم. هي سال جو چوٿون پتر ۽ اپريل مهيني جو لکي رهيو آهيان.
منهنجو ڪتاب تہ تيار تي چڪو آهي پر بائينڊنگ تي ٻاهر نہ نڪتو آهي. هاڻ ڪجهہ ڏينهن جي دير آهي. ڪتاب جي وموچڻ جو مهورت 24 فيبروري تي ٿيو هو. جو مارچ مهيني ۾ چيٽي چنڊ جي ميلن جي شور ۾ گرنٿ کي اهميت حاصل نہ ٿئي ها.
هندواسيءَ ۾ "سنڌ ۽ اسان جو ورثو"- گرنٿ تي سمالوچنا. شري گوبند مالهي لکڻ جو ڪم پاڻ تي هموار ڪيو آهي. ڪتاب جي اڳواٽ واري ڪاپي ڪيس موڪليل آهي. هندواسيءَ ۾ اها سمالوچنا. اڃان تائين ڪانہ ڇپي آهي. ڇي: مان ڪجهہ وقت وٺندس.
حال. مالهي صاحب مبارڪون تہ ڏئي ڇڏيون آهن. شري ٻلديو گاجرا تہ ڪتاب جو مهاڳ لکيو آهي. جنهن مان ڪي ٽڪرا مون اڳ لکي موڪليا آهن. ڀارتواسيءَ جو "سنڌيت پرچو 1988" 10 اپريل تي نڪتو آهي. ڀارتواسي ۾ "سنڌ ۽ اسان جو ورثو" ڪتاب تي سمالوچنا. شري گاجرا صاحب هن ريت ڪئي آهي.

منٿئين ڪتاب لاءِ مهاڳ لکڻ بعد. جنهن مهاڳ مان ڪي ٽڪرا ڪڍي، ليکڪ شروعاتي پرچيو ڏيڻ واري پتري ۾ درج ڪيا. ۽ اهو پترو ڪيترن ئي سنڌيت جي پريمين ڏانهن هن موڪليو. اُن بعد. اُن ڪتاب جي سمالوچنا طور ڇا لکان ڪيئن لکان. مان هڪڙو دلچسپ واقعو هتي درج ڪرڻ چاهيان ٿو. جنهن مان پاٺڪن کي اُن ڪتاب جي اَملهه ۽ اڻ ڪٿ اهميت جو ڪجهه اندازو ملندو. مون خود هن مهل تائين هڪ ڊزن کان وڌيڪ رچيا آهن. جدا جدا ويشين تي. انهن ڪتابن ۾ هڪڙو ڪتاب آهي "تينئومل" جنهنجي پنهنجي سنڌي جاتيءَ جي اڇوڪي پرشتي ۽ سماجڪ جيون تي چٽر چٽيل آهي. مون کي ڪيترن مترن چيو آهي ته تينئومل تنهنجي بهترين دين آهي: اهو ڪتاب توکي امر ڪندو، مون کي تيئومل امر ڪندو يا نه. سو ته آئندهه جي پيڙهي ٻڌائيندي. مون کي امر ٿيڻ جي ڪا چاهنا به ڪانهي.

پر ڪيئن به. دل ۾ هڪ نراسائي پيدا ٿي. متر چون ٿا ته تينئومل تنهنجي بهترين رچنا آهي. توکي امر ڪندي پر ڪتاب جو وڪرو ته بنهه ٿئي ڪونه ٿو. اٿلندو جڳهه سيڙائي پيو آهي. سو هڪڙي تجويز سوچيم. پنهنجي پارتواسي ۾ پڌرائي ڪيم ته جنهن کي تينئومل گهرجي سو 15 پئسا خرچي. ڪارڊ لکي موڪلي ته آءٌ انهن مترن کي ڪتاب ڏيندس. ٽپال خرچ به آءٌ ڪندس. پسند اچي ته مون ڏانهن ڪتاب جي قيمت مني آرڊر ڪري موڪلين. ڏڪو هٽندا ته گهٽا آرڊر آيا هوندا. هندستان ۾ چون ٿا ته 30 لک سنڌي رهن ٿا. مون کي رڳو 3 آرڊر آيا ۽ انهن ٽن مان رڳو هڪڙي پاڻ 10 رپيا مني آرڊر ڪري موڪليا..... هوڏانهن راموانيءَ جي هن امولڪ گرنٿ جي کهاڻي ٻڌو. هن پرچيو پترا ڇپائي لوڪن ڏانهن موڪليا. يڪدم ڪيس آرڊر اچڻ شروع ٿيا آهن. ڪيترن مترن ته ڪيس رقم به اڳواٽ مني آرڊر يا چيڪ رستي موڪلي آهي. هن کي ته يقين آهي ته سندس ڪتاب کپي ويندو. ۽ شايد ڪيس ٻيو ڇاپو ڇپائڻو پوي. مان اهو ڏسي حيران ٿيو آهيان ته ڪيترن ساهتيڪارن به ڪيس آرڊر موڪليا آهن. جي هنئن هر ڪنهن ڪتاب جي ڪاپي مفت وٺڻ جا پاڻ کي حقدار سمجهندا آهن.

هاڻ ان ڪتاب جي کهڙي خاصيت آهي. جو اهو ظاهر ٿيڻ کان اڳ ئي ايترو لوڪ پريہ ٿي ويو. آءُ ان باري ۾ پنهنجي مهاڳ مان رکو پهرين پئراگراف ئي دهرائيندس. "شري موتيرام راموائي جي گرنٿ لاءِ مهاڳ لکڻ شروع ڪريان. تنهن کان اڳ، آءُ نهايت نياز ۽ ادب سان شري راموائيءَ کي پرنام ڪرڻ ٿو چاهيان. هن متر نهايت ئي اونهو ۽ وسترت اڀياس ڪري هيتري محنت ۽ جاکوڙ ڪري هي گرنٿ "سنڌ ۽ اسان جو ورثو" تيار ڪرڻ ۽ شايع ڪرڻ سان. سنڌي جاتيءَ تي هڪ وڏو اپڪار ڪيو آهي. هي گرنٿ هڪ دستاويز آهي. هڪ اتهاسي حوالو آهي. هڪ پريرڻا جو سرچشمو آهي. اسان جي ايندڙ سنتان. اِهو گرنٿ پڙهي. پنهنجن ابن ڏاڏن جا سندر ۽ دلڪش چتر ڏسي هنن جي همٿ ۽ جريت ڀريل ڪارنامن جا قصا سڻي. سندس فراخدلي ۽ مردانگي. تياڳ. تپسيا. ساروجنڪ سيوا جي ڪهاڻين جا ورتانت پائي فخر ۽ خوشيءَ ۾ گد گد ٿيندي ۽ اونچي ڳاٽ ڀين جاتين جي وچ ۾ ٻيهي چرپر ڪري سگهندي".

ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ اچي پهچي. تيسين ڪتاب بابت سڌ سماءُ وٺندا رهو. ٻيو کهڙو ته وس هلي سگهي.

"لطيفي رهاڻ" - شاهہ صاحب جي امر ڪوِتا تي رهاڻ ڪتاب بہ جيجي اپريل ۾ ظاهر ٿي ويندو. هِن ڪتاب جي ڇپائي لاءِ مهاراشٽرا راجيہ سنڌي ساهتيہ اڪادمي ڇهہ هزار رپيا مالي مدد ڏني آهي. ڪتاب تي ڪل خرچ اٺ هزار ايندو.

جيٺمل پرسرام ۽ سندس چونڊ لکيتون Selected Works اهڙي رٿا تي هڪ دستخط تيار ڪري اڪادمي کي بہ ڏنو هو ... "لطيفي رهاڻ" اُن کان اڳ ڏنو هوم. هنن لطيفي رهاڻ لاءِ مدد ڏيڻ منظور ڪئي. جيٺمل وارو دستخط ڪين وري ڏيان ٿو. ڏسجي تہ ڇا ٿا ڪن. انهي سلسلي ۾ ڪتاب تي سو صفحا. پهريان ۴۰ - ۵۰ صفحا جيٺمل تي منهنجا لکيل مضمون ۽ باقي سندس لکيتن مان چونڊ. سنڌو رسالي مان سندن مضمونن کي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪوشش ورتي اٿم. هاڻ خط بند ٿو ڪريان.

شمس کي خاطري هئڻ گهرجي تہ مان اوهان کي نہ وساريو آهي ۽ نہ وساريندس. ٻارن کي پيار،

موتيرام راموائي

16 مئي 1988

پيارا ڀاءُ سرڪي،

هي، هن سال جو پنجون خط آهي. جو اوهان ڏانهن موڪلي رهيو آهيان.

اڳئين خط ۾ احوال ڏنو هوم ته مهاراشٽرا سنڌي ساهتيه اڪادميءَ جي مالي مدد سان "لطيفي رهاڻ" ڪتاب، جلد پريس کي ڏيئي ڇپائي ورتم. ان ڪتاب جي ظاهر ڪرڻ جو مهورتي اُتسو. جنهن کي "وموچن اُتسو" چيو وڃي ٿو. سو ٿي گذريو.

پارتواسيءَ اخبار ۾. هن ريت احوال آيو:

شري موتيرام راموائيءَ جو سنمان

لطيفي رهاڻ جو وموچن اُتسو سومر 2 مئي تي. چرچنيٽ پرسان، ريشم ڀون ۾، ٽي سينٽر جي آڊيٽوريم ۾ سرسوتي پبلڪيشن طرفان آيو جت ڪيل. هڪ نهايت ئي دلڪش اُتسو جي دوران، شري موتيرام راموائيءَ جي تازي رچنا "لطيفي رهاڻ" جو وموچن اعليٰ بزرگ ساهتيڪار شري آسانند مامتوارا جي هٿان ڪيو ويو.

اُتسو جي صدارت شري گوبند مالهيءَ ڪئي. هن پنهنجي شروعاتي ڀاشڻ ۾ چيو ته مون کي صدارت ڪرڻ لاءِ شايد انڪري چيو ويو آهي جو هي ڪتاب مهاراشٽرا سنڌي اڪادمي جي مدد سان شايع ڪيو ويو آهي. ۽ اڪادمي جي ميمبرن مون کي اڪادمي جو وائيس چيئرمين ڪري چونڊيو آهي.

هن چيو ته "تازوئي شري موتيرام جو اعليٰ ڪوجنا وارو گرنٿ "سنڌ ۽ اسان جو ورثو" شايع ٿيو آهي. جو مون کي پڙهڻ جو موقعو مليو. جو هندواسيءَ پاران مون کي ان جي سمالوچنا لکڻ جو نوتو ڏنو ويو. اهو ڪتاب. موتيرام جي اٽڪ ڪوجنا ۽ محبت جو ڦل آهي اهو ڪتاب هر سنڌي کي پاڻ وٽ رکڻ گهرجي. ان ڪتاب تيار ڪرڻ ۽ شايع ڪرڻ لاءِ شري راموائي مبارڪ جو مستحق آهي.

"سندس رچنا "لطيفي رهاڻ" جو ذڪر ڪندي شري مالهيءَ چيو ته شاهه عبداللطيف سنڌي جيون ۽ سنڌيت جو عيوضي شاعر آهي

۽ سنڌس ۾ سر. سر ڪلياڻ ۽ سر يمن ڪلياڻ بهترين شمار ڪيا ويا آهن. انهن سرن جي سمجهاڻي ڏيڻ ۽ لطف ميسر ڪرڻ لاءِ جا شري راموواڻيءَ ڪوشش ڪئي آهي. سا اسان سنڌين لاءِ وڏي ملهه واري خدمت آهي."

شري بلديو گاجرا. ان گڏجاڻيءَ ۾ ڳالهائيندي چيو ته "شاهه صاحب نه سنڌ ۽ سنڌين جو عيوضي شاعر آهي. مگر. هن کي دنيا ۾ جو بهترين شاعر ڪري مڃيندو آهيان...... ڪاليداس جي مهانتا ان ۾ آهي. جو هن استريءَ جي سندرتا. نزاڪت ۽ نفيسائيءَ جو چٽر بيحد دلڪش نموني ۾ چٽيو آهي. شڪنتلا جو بيان ڪندي. جڏهن سندس امر گفتو "ڏنم جيڪي ڏسڻ لائق هو" جرمنيءَ جي فيلسوف ڪويءَ پڙهيو تڏهن هو نچڻ لڳو.

"شيڪسپيئر جي مهانتا ان ۾ آهي. جو هن پنهنجن دکانتن ڪنگ ليئر. هئمليٽ آٿيلو. مئڪبيٿ ۾. انساني مانسڪ ڪشمڪش جو چٽ بهترين نموني چٽيو آهي. مگر شيڪسپيئر. ان مانسڪ ڪشمڪش مان. ڇوٽڪاري ۽ مڪتيءَ جي ڪا راهه ڪانه ڏسي آهي.

شاهه جي مهانتا ان ۾ آهي ته هن جيون جي پهيلي سلجهائي آهي ۽ ان ڪشمڪش مان ڇوٽڪاري جي راهه ٻڌائي آهي.

**پيهي جان پاڻ ۾. ڪيم روح رهاڻ**
**ته نڪي ڏونگر ڏيهه ۾. نڪا ڪيچين ڪاڻ.**
**پنهون ٿيس پاڻ . سسئي تان سور هئا.**

شري آسانند مامتوارا ڪتابن جو وموچڻ ڪندي. موتيرام جي ڪوج. محنت ۽ اپياس لاءِ. کيس مبارڪون ڏنيون ۽ سندس ڪتاب "سنڌ ۽ اسان جو ورثو" ۽ "هن لطيفي رهاڻ" جي خاصيتن جو ذڪر ڪيو.

ان موقعي تي. شري ٺهلرام آزاد. شري رام ڪشتريا ۽ شري رامڪرشن راهي پڻ ڳالهايو ۽ شري موتيرام کي مبارڪون ڏنيون. پيڻ موهني مهتاڻي ڪلام سان اتسو جي شروعات ڪئي ۽ پنجڙن سان يوڳ پاتو.

شري موتيرام راموواڻيءَ شڪر ادائي بجا آڻيدي ٻڌايو ته هن هن

کي جدا جدا گرنٿن لکڻ لاءِ پريرڻا پارواڻي ڪتنب مان ملندي رهي. جنهن جي نتيجي طور هن رتن جوت، جا ٻہ ڀاڱا لکيا ۽ تازو "سنڌ ۾ اسان جو ورثو" هي گرنٿ ٽيهريون جلد آهي. ٻہ وڌيڪ جلد. هن ڏس ۾ لکڻ جي منهنجي من ۾ آرزو آهي ۽ اميد آهي تہ اِها آرزو پوري ڪرڻ بعد ئي. مان دنيا کان موڪلائيندس. "لطيفي رهاڻ" لاءِ وري پريرڻا شري رامڪرشن راهي کان ملي. جو مون تي زور آڻيندو هو تہ مضمون ڪٺا ڪري هڪ گرنٿ ۾ آڻ.

آشا اٿم تہ شمس بلڪل ٺيڪ هوندي ۽ مزي ۾ هوندي ڪيس منهنجو اکير ۽ اُڪند ڀريون يادگيريون. شهلا. شائستا ۽ شهاب لاءِ پيار.

دوستن لاءِ سوَ سو سلام

موتيرام راماڻي.

26 مئي 1988

سنڌ ۽ اسان جو ورثو

هندواسي 15 مئي 1988 واري پرچي ۾

سمالوچنا ڪندڙ : گوبند مالهي

سنڌ ۽ اسان جو ورثو: ليکڪ ۽ پرڪاشڪ موتيرام راماڻي 403/14، رامڪرشن سوسائٽي. جهولي پارلي اسڪيم. روڊ نمبر 9. بمبئي 49.

مهاڳ: ٻلديو گاجرا. ڊيمي سائيز 448. واڌو مهاڳ ٻہ اکر. ۽ ڦوٽري وغيره 32 صفحا. 40 صفحا. فوٽا آرٽ پيپر تي. پڪو جلد. قيمت هڪ سو رپيا.

سنڌ جي تاريخ ڪافي لنبي آهي ۽ ان جو ورثو املھہ آهي. اها ٻتي دعوي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ هن مهلائتي ۽ مُلهائتي پستڪ ۾ گهڻو ڪجهہ آهي. موتيرام راماڻي. لگن. ۽ محنت ڪري ۽ حقيقتن کي رڻائتي نموني آئوت سلسلي ۾ پيش ڪرڻ لاءِ لاشڪ مبارڪن جو مستحق آهي.

هن ڪتاب ۾ سنڌ جي جاگرافي آهي. ته تاريخ پڻ. اڏيري لال جو ذڪر آهي ته گرونانڪ جي اثر جي اپٽار آهي. برهمو سماج جي آدرشن جو سوتار آهي. ته هوم رورل جي وديشن جو بيان پڻ آهي.

سنڌوءَ جي مهانتا جو ذڪر نثر ۾ آهي ته اعليٰ درجي جي نظم ۾ به آهي. شاهه. سامي ۽ سچل ته. اوچ ڪوٽي جا ليک آهن. ان يگاني ٽمورتيءَ جي. سنڌي ساهتيه. سنسڪرتي ۽ پنگتي جيون ۾ اهميت جي اوک ڊوک به ڪيل آهي.

سنڌڙي سنتن درويشن جي يومي مجي ويئي آهي. پر هن گرنٿ ۾. ڪرم يوگين جي اپٽار ڪيل آهي. اُهي. جي ملڪي مستانا رهيا. سماج سڌارڪ رهيا. سنڌي تعليم. ساهت ۽ سنسڪرتي جا علمبردار رهيا. يا جن سهس ۽ قربانيءَ آدرشن ۽ عمل سان. سنڌ جي ڪابه اهڙي ننڍي وڏي شخصيت. ڪنهن به جاتيءَ يا ڌرم سان جڙيل. جنهن ڪنهن نه ڪنهن طرح سنڌ جا گهڙا ڀريا. سا هن ڪتاب ۾ اپٽار ۽ ذڪر کان وانجهيل نه رهي آهي. سنڌي جيون جا سڀ پهلو ۽ انگريزن جي آئي پڇاڻا. سنڌ ۾ جاڳرتا جي تصوير نهايت چٽي ۽ اثردار نموني ۾ چٽي ويئي آهي. سنڌ جو آزادي آندولن ۾ ڀاڱ به واضع ڪيل آهي.

هن پستڪ جي ٻي هڪ خوبي به آهي سنڌ جي اعليٰ شخصيتن ۽ سندن ڪارنامن جو ئي وستار ڪيل ناهي. بلڪ انگن اکرن. حقيقتن ۽ حوالن سان. سنڌ جي تاريخ جي هر واقعي جي موڙ جي اُپٽار ڪئي ويئي آهي. انهي ڪري ڪيترين ڳالهين ۾ هي گرنٿ سنڌ وارو ٻئجي پيو آهي. هن پستڪ معرفت. ڄاڻو ماڻهوءَ جي ڄاڻ ۾ به. ڪونه ڪو اضافو ٿيڻو ئي آهي.

ڪتاب ۾ چار ڀاڱ آهن: اتهاسي ورثو. سنڌ ۽ سنڌو. شاهه سچل ۽ سامي. ۽ پبلڪ جيون. پبلڪ جيون وارو ايڪونجاهه مضمون وارو حصو هن ڪتاب جو مکيه ۾ مکيه ڀاڱ آهي. اُن ڀاڱ ۾ 1880 کان 1930 تائين سنڌ جي پنجاهه ورهين جي پبلڪ جيون تي چڱي طرح خاصي روشني وڌي وئي آهي. ساڻ ساڻ ڀارت جي آزادي اندولن جي به چٽي تصرور چٽيل آهي.

ان دور ۾ ٻن مهان هستين- راج رشي ڏيارام گدومل ۽ سيٺ

هرچندراءِ وشنداس کي مرڪز ۽ محور بڻائي. هنن جي همراهن. هم معززن ۽ پيروڪارن جي اردگرد. سنڌ جي پبلڪ جيون جي اوک ڊوک ڪئي وئي آهي.

هرچندراءِ ديارام گدومل کي سڏيندو ئي هو "ماءِ هيرو" جنهجي ڪٿي نائڪ. ديارام گدومل جو شرڌالو. جو پوءِ خود نائڪ بڻيو تنهنجي شخصيتن ۽ ڪريه ڪيتر معرفت سنڌ جي مهتو وارن پنجاهه سالن جي تاريخ نئي سر لکي وئي آهي.

هن پستڪ ۾. هرچندراءِ جي ڊائريءَ جا ورق. پهريون دفعو موتيرام جي سرجوشيءَ سان ڇاپي هيٺ آيا آهن. آهي. هن ڪتاب جو ڪرنگهو بڻجي پيا آهن. ان لاءِ موتيرام جس لهڻو.

ٻلديو. مهاڳ ذريعي. پستڪ جي لاثاني اهميت جتائي آهي ۽ ان کي پڙهڻ جي ڀلامڻ ڪئي آهي.

ڪي ڪتاب پڙهڻ لاءِ هوندا آهن. ڪي صرف لائبرري جو سينگار رهندا آهن. ساڌ ٻيلو جي ساهتيا سان لڳن جتائڻ لاءِ. هن ڪتاب جي تين انهن ڪان به وڌيڪ اهميت آهي. "سنڌ ۽ ان جي ورثي تي. هن بعد جي تحقيق ۽ وڌيڪ کوج. يا نظرثاني ڪرڻ جي سلسلي ۾. هي ڪتاب رفرنس بڪ ٿي ڪتب آندو رهندو. هر لائبرريءَ ۾ هن پستڪ جو هجڻ نه لازمي آهي ئي. اهڙوئي ضرور آهي. هر سنڌي ساهتيا ۽ سنسڪرتي کي پيار ڪندڙ گهر ۾. ان جو ميسر هجڻ. پوين لاءِ ورثي طور.

رامواڻي جي اڻ ٿڪ جفاڪشي جي اهائي صحيح ۽ مناسب قدرداني ليکبي. ههڙي عمدي ڪتاب جي سو رپيا قيمت. سجائي سيڙپ آهي ۽ بس.

پڇاڙي ۾ اوهان سڀني لاءِ دل گهريون يادگيريون،

پيار ۽ قرب سان

موتيرام رامواڻي

9 جنوري 1991

پيارا ڀاءُ سرڪي،

7 تاريخ تي اوهان جو نينڊ پتر. سپتريءَ شميلا جي شادي جو پهتو. اهو حاصل ڪري خوشي ٿي. شڀ ڪارج لاءِ شمس ۽ اوهان کي لک لک واڌايون هجن. گرهستي جيون ۾ اهڙا شڀ ڪارج وڏي اهميت ٿا رکن. زندگيءَ جون جوابداريون پوريون ڪرڻ سان اندر ۾ هڪ قسم جو آنند ۽ سنتوش ٿو حاصل ٿئي. اسان سڀني پاران مبارڪون قبول ڪندا.

اوهان ضرور ڄاڻڻ چاهيندا تہ مان هن وقت ڪهڙين مشغولين ۾ رڌل آهيان. مون کي اهو ڄاڻائيندي خوشي ٿي رهي آهي تہ مان پنهنجي ادبي ۽ ساهتڪ ڪاريہ ۾ لڳو پيو آهيان. هندواسيءَ ۾ منهنجا ليک وقت بہ وقت ڇپبا رهن ٿا. انهيءَ سبب هڪ قسم جي خوشي ۽ راحت حاصل ڪندو رهان ٿو. هندواسيءَ ۾ 1990ع ۾ ليک جي ڇپيا تن جا سرا هي آهن.

وشوُ پرش گانڌي جي جي شهادت. سنڌ جو نيتا - سيٺ هرچندراءِ وشنداس. راج رشي. ديارام گدومل. ڄمو ۽ ڪشمير جي ڪهاڻي. آچاريہ جي. بي ڪرپالاڻي. هندواسي جو 8 اپريل وارو پرچو "سنڌي ٻولي تسليمي انڪ" شايع ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيس. ۽ انهي پرچي ۾ منهنجا ليک "پنهو ٿيس پاڻ. سسئي تان سور هئا". ۽ "اڄو تہ پنهنجا فرض نڀايون" ڇپيا. تنهن کان سواءِ ان انڪ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو آئندهہ - ٻلديو گاجرا. سنڌي ٻولي. پروفيسر ايچ. ايم گربخشاڻي. سنڌي ٻولي جو بنياد ۽ خاندان ۽ سنڌي ٻوليءَ جي شاهوڪاري. ڀيرومل مهرچند آڏواڻي. سوني موڙي - پروفيسر اجواڻي. انهن ليکن سنڌي ٻولي تسليمي انڪ کي سينگاريو.

"سارنگ! سار لهيج". لالچند امرڏنومل ڄڳتياڻي. آزادي يڌجو هڪ سورهہ سپاهي: سيٺ سکديو. ڀارت ۾ سنڌين جي آدمشماري. ڳالهيون وڏڙن جون. ڀهريان سنڌي گرئجوئيٽ. ڊاڪٽر. انجنيئر. بئريسٽر. ڏکڻ آمريڪا سرڪار جي رنگ ڀيد نيتي ۽ گانڌي جي.

مرڪزي سرڪار ۽ سنڌي وڪاس بورڊ. ڊاڪٽر نيلسن منديلا.
ڪوڙومل چندنمل کلناڻي. ساهيوال جيل جي ڊائري مان ڪي ورق ۽ 19
صدي ۾ سنڌي گرئجوئيٽ.

مٿين ياداشت ڏيکاريندي تہ مان پاڻ مشغول رکڻ ۾ پنتي نہ
پيل آهيان. هن وقت منهنجا تي ڪتاب. جدا جدا پريسن ۾ ڇپجي رهيا
آهن.

1. سنڌ جي هندن جي تاريخ - ڀيرومل مهرچند آڏواڻي. هن ڪتاب جا
ٻہ ڀاڱا 1946 ۽ 1947 ۾ ڪراچيءَ ۾ ڇپيا هئا. هن وقت هي ڪتاب اڻ
لڀ آهي. فرض سمجهيم تہ هن ڪتاب کي سنڌي سماج اڳيان وري آڻڻ
گهرجي. سنڌي سماج جا اتهاسي ورق. سنڌين اڳيان وري ضرور
ڌرجن. هن مهيني ۾ هي گرنٿ نڪري نروار ٿيندو.

2. ٻلديو گاجرا ۽ سنڌس چونڊ رچنائون (Baldev Gajra & His se-
lected works ) هي 350 صفحن وارو ڪتاب بہ هن مهيني ۾ تيار ٿي
ويندو. هن لاءِ دلدار سڄڻن کي لکيم تہ گاجرا صاحب جي جيئري
قدرشناسي ڪرڻ لاءِ هي ڪتاب ڇپائجي ٿو ۽ سنڌن ساٿ سهڪار ڏيڻ
لاءِ ۵ سو روپيا ڏياري موڪليو. سڄڻن سهڻو ساٿ ڏنو آهي. هن ڍنگ
جو ڪتاب. اسان پاسي ڀهرين ڪوشش آهي.

3. سنڌ ۽ اسان جو ورثو (ڀاڱو ٻيو) اهو گرنٿ پريس ۾ آهي. 1991
جي آڪٽوبر ڌاري تيار ٿي ويندو.

اڳ شري امر اڏيرو لال سچو ڪوتا ۾ لکيل ماستر هوتچند
سنگومل ٽيڪواڻي جو. اهو 70 سالن وارو دستخط هٿن ۾ اچي ويو هو.
نوٽبوڪ تي لکيل وڏي محنت ڪري سڄي ڪتاب کي وري لکي ۽
سنواري، ڇپايم. هڪ گم ٿي ويل خزانو وري سنڌي سماج کي ملي
سگهيو. ان لاءِ خوشي ٿي.

سيٺ سکديو جي پٽا اوڌوداس وشنداس جي وائي رتن جوت
جي ڀهرين ڀاڱي ڇرهئي. ان کي وري ڇپائڻ جو ڪم هٿ ۾ آهي.
"وحدت سندا واڪ" انهي ڪتاب جو نالو ٿيندو. 170 ڪافيون 107
غزل، بيت سورٺا دوهرا ۽ سي حرفي وغيره ٿيندا. اهو ڪتاب بہ هن
سال ۾ ظاهر ٿي ويندو.

چيتمل پرسرام ۽ سندس چوند رچنائون اهو دستخط مرڪزي سرڪار جي تعليمي وياڳ ڪي مالي مدد لاءِ موڪليل آهي مالي مدد ملي تہ ۴۰۰ صفحن جو ڪتاب ٿيندو.

پيارن مان

موتيرام رامواڻي

## لوڪرام ڏوڏيجا

چمر ڏينهن : 11 نومبر 1907

چمر جو هنڌ: شڪارپور سنڌ

ڪمر: واپار

ادبي خدمتون: مضمون نگار، سفرنامہ، سنڌيڪار

ڪتاب:

۱) منهنجو شهر منهنجا ماڻهو - تخليق

۲) اپٽي گهوٽ تہ نشا ٿيوي - سفرنامو

۳) ورهاڱي جون لنگ ڪانڊاريندڙ آڪاڻيون

2/04/81

برادرم جناب نورالدين صاحب. شل سدا خوش رهو.

توهان جي 19/02/81 جي چٺي ملي ته دل ڏاڍي خوش ٿي. خاص ڪري پنهنجي ڳوٺائيءَ جو خط ته اُتهون جو هڳاءُ ڪٺي ايندو آهي. توهان لکيو آهي ته شڪارپور ۾ اڳلو مزو ۽ موج ڪانهي. پر پيارا ياءَ. امڙ ويڳاڻي ۽ ڀڙي ٿي وڃي ته ٻه پٽن جو ارواح ۽ قرب ته ان لاءِ ماٻهين وڌندو آهي. مالڪ مهر ڪري اسانکي هتي ڏئي ڇڏيو جو ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ ڇڏيل ۽ ڪسيل بلڊنگن جو ارمان بلڪل نه رهيو آهي. ڪسي ٻه هڪ پل ۾ ٿو ۽ ڏئي ٿو ته وني وني تڪجي پئجي ٿو. ته ٻه جنم ڀومي نه ٿي وسري.

توهان هري ليلا وارن جي محلات جو ديدار ڪيو پر اهڙا پيا ٻه ڪئين سنڌي فرمس آهن جنکي پنهنجا هوائي جهاز ۽ آگبوٽ ٻه آهن پر افسوس رکو اِهو آهي ته انهن پٽن مان پنهنجي سدوريءَ سنڌڙيءَ کي فيض نه ٿو پهچي. اسان جي ٻه اِها آرزو رهندي آهي ته مالڪ جيڪي هتي ڏنو آهي٬ سو پنهنجي وطن جي خوشحالي ۽ پنهنجي ماروئڙن جي خدمت ۾ ڪم اچي. پر نامراد سياستدانن ته اهڙيون ديواريون ڪڙيون ڪيون آهن جو پنهنجي امڙ جي زيارت ٻه ڪري نه ٿا سگهون.

توهان منهنجي دوست ڪيئلداس فانيءَ جا شاگرد آهيو سو ڀڏي ٻه خوشي ٿي. ڪجهه وقت اڳ هو مون وٽ پوني مهمان هئو. توهان ٻه مون وٽ اچي رهندا ته مونکي بيحد خوشي ٿيندي پر 75 سالن جي پوڙهن مان نوجوانن کي رس نه ايندو آهي. پر مانکي ته توهان جي خدمت ڪرڻ ۾ آنند ايندو.

توهانجي گهرواريءَ جيڪو ڪتاب لکيو آهي ”سنڌو ماتر جي سيپتا“ سو جي مونکي موڪلي سگهو ته منهنجي ڪم ايندو. ڇو جو مون ان وشيه تي 500/400 صفحا لکيا آهن جي هڪ طرفا آهن. يعني سنسڪرت ۾ لکيل شاسترن يا هٿ لکيل پوٿين جي آڌار تي آهن. مهايارت ۾ 5 سال اڳ سنڌ جو راجا جئندرٿ هو ۽ اُن کان پوءِ ڪير ڪير راجائون ٿيا؟ انکان اڳ رهوگڻ وغيره راجائن جا شجرا ۽ ويدن ۾

رکو سنڌونديءَ جو بيان آهي ۽ گنگا جمنا پوتر ندين جو بہ نالو کونهي. سيئي علم ويدن ۾ آهي ۽ اهي ويد سنڌوماتر ۾ رهندڙ رشين منين ناهيا ۽ انهنجا نالا وغيرو ڏنا اٿم ۽ اهڙيءَ طرح سنڌوديش سيني علمن ۽ تهذيبن جو گرو هو. دنيا ۾ انسانن کي سيني جانورن مان اشرف المخلوقات بڻائڻ وارو ملڪ آهي. سنڌوديش ۾ ٻوڌي ڌرم ۽ جين ڌرم جو ڦهلاءُ ڪڌهن. ڪنهن ۽ ڪيئن ڪيو ۽ ڇو اهي وقت جي گرڀ ۾ غائب ٿي ويا. سو لکيو اٿم. پوني ۾ اتهاس جي کوجنا جي ڏاڍي سهوليت آهي جو هي ودوانن جو شهر آهي. انلاءِ توهان جي گهرواريءَ جو ڪتاب ساڳي سبجيڪٽ تي پڙهڻ جي ڏاڍي چاهنا اٿم.

مان پنهنجي ڪتاب ۾ اِهو بہ ڏيکاريو آهي تہ علم نجوم يا طبابت لڙائيءَ جا سامان ۽ ٻيا هنر ڪيئن سنڌ مان يونان چين، عربستان ويا وغيره وغيره. پنهنجي ديوناگري ڪتاب وساريو نہ وسرن منهنجو شهر منهنجا ماڻهو" ۾ بہ سنسڪرت جا شلوڪ ڏيئي ان تاريخ جي جهلڪ ڏني اٿم تہ سنڌ ۾ جيڪي قلعا ڊنل حالت ۾ آهن سي ڪنهن ۽ ڇالاءِ ٺهرايا.

ان ڪتاب تي هتي ڏاڍو بفافو متو هو جو هتون جي حاڪمن جا اُن ۾ پول کوليل آهن پر ديوناگريءَ ۾ هجڻ ڪري ۽ وزارتن جي بدل سدل ڪري هيلتائين بچي ويو آهيان پر عربيءَ. سنڌيءَ ۾ هڪ تہ هتي ڇاپخانن جي اٺاث آهي ۽ ٻيو جيڪي آهن سي ناٽي جي لوپ تي بہ اهڙو خطرناڪ (حاڪمن خلاف) ڪتاب ڇاپي پاٽڪي ٻوهي ۾ وجهڻ نہ ٿا چاهين. مان آخر ان لاءِ پنهنجي پريس بہ کوليندس پر اهو ڪتاب ڇپائيندس ضرور. تيار ٿيو تہ توهان کي ضرور موڪليندس.

ان ڪتاب جو مختصر اشتهار (ٺٺي نموني) جدا ٽپال ۾ توهان کي موڪليو آهي. ٺنهنجي پهچ ڏجو.

هن طرف جو ڪم ڪار هجيوَ تہ لکجو. ڪجهہ وقت اڳ منهنجو پوٽو جو بہ .B.E پاس ڪيل آهي. سو بہ شڪارپور مان ٿي آيو آهي. هن بہ پياريءَ جنم يوميءَ کي ڏهاڳہ جي حالت ۾ ڏنو آهي.

بنده

لوڪرام ڏوڏيجا

24/07/81

پيارا ڀاءُ نورالدين صاحب. شل سداءِ شاد آباد رهو.

توهان جــو17/07/81 جو خط پهتــو تہ دل ڏاڍي خوش ٿي. توهان جا ٻئي موڪليل ڪتاب مونکي برابر مليا هئا پر پتو نہ پيو تہ ڪنهن موڪليا آهن نہ تہ ضرور توهان کي شڪرگذاريءَ جو خط لکان ها. "سنڌو ماتري جي سپيتا" ڪتاب تہ برابر قابليت سان ترجمو ڪيل آهي. مان هن پنهنجي عقل موجب انهيءَ وشيہ تي ڪتاب لکيو آهي پر منهنجي ابياس جو ذريعو آهي سنسڪرت جا ويد شاستر. انهن ۾ سنڌ جي پراچين علم جوتش، طبابت، ميٿميٽڪس، هوائي جهاز ناهڻ جون ترقيــبون لکيل آهن ۽ اهي ويدڪ علم سنڌوندي ڪناري آشرمن جي رشين منين ناهيا. ويدن ۾ رگو سنڌونديءَ جو ذڪر آهي (گنگا جمنا) جو ناهي. اڄ بہ آبرويد ڪاليجن ۾ نئي جي پنڊت واڳڀٽ جا طبابت تي لکيل ڪتاب پڙهيا ويندا آهن. اهي علم ٻين ملڪن ۾ ڪيئن ويا سو لکيو اٿم.

ان مـوجب اسـان جـو سنڌوديش جڳت گـرو اسـتـاد آهـي. انهن علمن ڪري ئي جـانورن ۽ انـســانن ۾ فـرق آهي. سنڌوديش جي راجـا رهوگڻ جو مهاتما ڀرت سان فلاسافيءَ تي جيڪو گفتگو آهي تنهن جي آڌار تي "پنهنجـو سـسـئي ۽ ڏونگر" هڪ ئي آهن. پنهـون تـيس پاڻ. سسئي تان سور هئا. نڪي ڏونگر ڏيهہ ۾. وغيره.

مان پنهنجي ڪتاب ۾ انهن ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي. سنڌ ۾ جوئاڇوت ڪانہ هئي ۽ ٻيون جيڪي گنديون رسمون ڪن ڀارت جي هندن ۾ آهن سي اُتي ڪونہ هيون. مـهـمـان نوازي سـادگي. ايمـانداري وغـيره سـچي تهذيب جا پيل پاوا آهن. سي سنڌ جـا ڳڻ آهن تن تي ويسـاهہ ڇونہ ڪريون؟ انگريزن جي لکيل ڪتابن تي اسان فخر وٺون ٿا تہ جيڪي اسان جي پنڊتن جا هٿ لکيل هزارين سال پراڻا پوٿا پوني ۾ پنڊتن ۽ يـانڊارڪر منڊل ۾ آهن. هزارين سـڪـا آهن جنهن مـان بہ سچي اتهاس جو پتو پوي ٿو. خير مون توهان کي ويهي هي سڀ لکيو ان لاءِ معاف ڪجو.

توهان کي اڄ هيٺيان ڪتاب جدا ٽپال ۾ موڪليا اٿم.
١. سمنڊ جي گجڪار
٢. سنڌي گلشن

توهان کي ٻيا جيڪي ب ڪتاب هتان گهرجن ته لکي موڪلجو. يا ته پنهنجي پسند لکي موڪلجو ته ناول يا ناٽڪ يا تاريخن جا ڪتاب وٺي موڪليانوَ. بنا حجاب جي لکندا. مان پاڻ ايڏهن اچڻ لاءِ هيلا هلايان ٿو جي ويزا ملي وئي ته توهان لاءِ ڪتاب يا ٻيو ڪجهه ب وٺندو اچان. پر ويزا مشڪل ڏين ٿا.

”وساريو نه وسرن. منهنجو شهر منهنجا ماڻهو. سنڌڙي منهنجي جندڙي“ جو ڪتاب هٿ لکيل تيار آهي پر ڪو پريس وارو نه ٿو ملي. ڪوشش چالو آهي.

توهان هيڏي ايندا ته منهنجي دل ڏاڍي خوش ٿيندي. پنهنجي اچڻ جي خبر اڳواٽ ضرور لکندا.

توهان مسٽر جيرام رامچنداڻيءَ. باندرا بامبي لاءِ لکيو آهي. ان لاءِ مون جاچ ڪئي ته توهان جي ڏنل ايڊريس تي ته ڪونهي. ٻيو دادا موتيرام راموائيءَ شولاپور لاءِ لکيو اٿوَ سو شولاپور هتان 160 ميل پري آهي. پر اوڏانهن ڪو دوست دڙو ويو ته ان کي جاچ ڪرڻ لاءِ چوندس ۽ پوءِ توهان کي احوال ڏيندس.

مونکي ڇا گهرجي؟ مان پنهنجي ڪتاب ۾ ڪي تصويرون ڏيڻ چاهيان ٿو: قلندر لعل شهباز. سچل سائين جي درگاهه جي تصوير. هندو ڀڳت ڪيئن پوندي هئي ۽ صوفي فقير ڪيئن اوتارن ۾ ڳائيندا هئا. سنڌ جو نقشو. سنڌي مسلمانن جي مردن ۽ زالن جون تصويرون. هاري. وڏيرا. پير فقير وغيره.

ڪتابن ۾ ته مونکي رڳي مهراڻ ۽ سهڻي اخبار گهربي آهي.
وري ب اها دعا ته شل آل عيال سميت سدا سکي رهو.

لوڪرام ڏوڏيجا

22/09/81

پيارا ڀاءُ نورالدين صاحب. خوش هجو شال.

توهان جو 12 تاريخ جو خط پهتو ته دل خوش ٿي. هر هڪ خط سدوريءَ سنڌڙيءَ جو هڳاءُ کڻي ايندو آهي. منهنجا موڪليل ڪتاب توهان کي مليا سو چڱو ٿيو نه ته اڄڪلهه ٽپال ۾ ڪتابن جو خير ناهي. توهان جيڪي 4 ڪتاب (رسالا) موڪليا آهن سي مونکي نه پهتا آهن. خير توهان جي خط ئي خوب خوشي ڏني آهي.

مان توهان کي اڄ هيٺيان ڪتاب جدا ٽپال ۾ موڪلي رهيو آهيان.

1. سڪيارٿو سفر
2. روئي ٿي دل
3. سيلاب زندگيءَ جو - پوپٽي هيراننداڻي
4. آهي نه آهي - رام پنجواڻي
5. ڪاڻءِ ۽ سمنڊ - موهن ڪلپنا

پوني ۾ ڪوئي سنڌي ڪتب فروش ڪونهي. پويان ٿي ڪتاب مون پنهنجي لاءِ گهرايا ها سي توهان کي موڪليم. مان وري ٻيهر گهرائيندس. قاضي قادن جو ڪلام ۽ سنڌي نثر جي تاريخ پوني ۾ نه ته ملي. آرڊر موڪليانئو. هنن اڄ موڪليل ڪتابن جي پهچ ڏيندا ته پوءِ اُهي يا ٻيا ڪتاب موڪليندو سانوَ.

منهنجو دوست کيئلداس فاني بلڪل خوش خورم آهي ۽ ڀوپال ۾ رهندو آهي. سندس ايڊريس هيءَ آهي.

MR. KHAILDAS BEGWANI FAANI
66, SINDHI COLONY, BHOPAL-462001

توهان ايندا ته اسان جي دل خوش ٿيندي. مان توهان کي اڳ ۾ لکيو هو ته "سنڌو درشن" نماءُ لاءِ ڪي تصويرون هونديون ته دوست خوش ٿيندا. اتي ڪيترن فلمن جون ميگزن نڪرن ٿيون. ڀلي پراڻيون هجن تن ۾ ڪي ته فوٽا سنڌي رهڻي ۽ ماڻهو ڏيکاريل هوندا. اُهي رسالا موڪليندا ته به سنو ائين ته مان توهان کي خاص فوٽن لاءِ لکيو هو.

سچل سائين جي درگاهه. سنڌ جو نقشو. سنڌ جي ٻرتيءَ درگاهن ۾ ماڻهن جون تصويرون. "هو ڏوٿي هو ڏينهن" ڪتاب ۾ پير حسام الدين ۾ پاٽس جي ايڊيس تہ ڪين خط لکان.

شل سدائين خوش هجو.

لوڪرام ڏوڏيجا

15/10/81

پيارا ڀاءُ سرڪي صاحب،

توهان کي ڪجهہ ڏينهن اڳ ڪتابن جو پارسل ۾ خط موڪليو هوم تنهن جو ڪو جواب ڪونہ ڏنو اٿوَ. پر اڄ توهان جو دوست محمد عارف صاحب مون وٽ آيو ۾ توهان ڪيس مون لاءِ جيڪي 4 رسالا ڏنا هئا (مهراڻ، نئين زندگي، الوحيد، انگريزي) اُهي مون کي ڏنائين ۾ مون هن کي هيٺيان ست ڪتاب توهان لاءِ ڏنا.

1. ڪانءُ ۾ سمنڊ - موهن ڪلپنا
2. آهي نہ آهي - رام پنجواڻيءَ
3. پنهنجي ئي گهر ۾
4. روئي ٿي دل
5. وليد
6. شيطان جي ماسي
7. لکڻ جي خوراڪ

انهن ستن ڪتابن کان سواءِ مون هڪ اسٽينليس اسٽيل جو وڏو ٽيبل لاءِ توهان لاءِ سوغات موڪلي آهي. حقيقت ۾ مون هن کي اهي 3 وڏا ڪٽورا ڏنا. هڪ هن لاءِ هڪ سندس ساهرن لاءِ ۾ هڪ توهان لاءِ. اُميد توهان کي پهچي ويندا. پهچ لکندا تہ دلجاءِ ٿيندي. BOWL

مون وٽ رڪارڊ ڪونهي تہ اڳ ۾ ڪهڙا ڪتاب موڪيا هئم. اُميد تہ هي ست ئي ڪتاب بلڪل نوان هوندا.

شل آال عيال سميت سدا سکي رهو. توهان 4 رسالا موڪليوَ ان لاءِ مهرباني گهڻي گهڻي.

لوڪرام ڏوڏيجا

1/02/82

پيارا ياءُ نورالدين صاحب. شل سداءُ باغ بهار هجو.

مونکي توهان مان اهڙي اميد نہ هئي تہ وعدو ڪري بہ پوني نہ ايندءُ. مانهتي هر روز پٺي توهان جو انتظار ڪيو ۽ توهان جي بمبئي ايڊريس جو بہ پتو ڪونہ هو جو ڪري جاچ ڪيان. ٻہ چار ڏينهن ٿيا تہ منهنجو پٽ گرڌر لعل پوني آيو ۽ توهان جا موڪليل ٻہ ڪتاب بہ ڏنائين ۽ اجرڪ جو ڪپڙو بہ ڏنائين. مان سمجهي نہ ٿو سگهان مان ڪهڙن لفظن ۾ توهان جا احسان مڃان!

مونکي منهنجي پٽ ٻڌايو تہ توهان سنگاپور هليا ويا ۽ واپس اچڻ جو ڪو پروگرام نہ ٻڌايو.

اميد تہ هينئر توهان ڪراچيءَ پهچي ويا هوندا. مهرباني ڪري احوال ڏجو تہ جيئن مان توهان کي ڪجهہ ڪتاب تہ موڪلي سگهان. مون کي ان ڳالهہ جو صد افسوس آهي تہ مان توهان جي ڪا خدمت ڪري نہ سگهيس. پنهنجي حال احوال کان ضرور واقف ڪندا ۽ اهڙو ڪو طريقو هجي تہ مان ڪتابن کان سواءِ توهان کي ڪو تحفو موڪلي سگهان تہ لکجو. توهان پٺي پوني اچو ها تہ منهنجي زال ۽ مان ڏاڍو خوش ٿيون ها.

شل سداءُ خوش رهو.
لوڪرام ڏوڏيجا

12/04/82

پيارا ياءُ نورالدين صاحب. خوش هجو شال.

پوني مان لوڪرام جا سلام ۽ دعائون قبول ڪندا. هن کان اڳ ٻہ خط توهان ڏانهن لکي موڪليا آهن. هڪ 1/02/82 تي ڏوراپو لکيم تہ توهان وعدو ڪري بہ پوني نہ آيا. ٻيو 19/02/82 تي مولچند ڪيتپاڻي سان 5 ڪتاب ۽ هڪ خط موڪليم پر توهان نہ خطن جو جواب ڏنو آهي ۽ نکي ڪتابن جي پهچ ڏني آهي. اُن ماڻهوءَ هٿ پنهنجي پٺي

دوست جناب الطاف شيخ ڏانهن بہ ڪتاب ۽ خط موڪليو هو تنهن لکيو آهي تہ ڪيس اهي نہ پهچايا ويا آهن. هاڻي مهرباني ڪري توهان لکجو تہ توهان کي پهتا آهن ڪين نہ. هو مون وٽ اچي رهيو هو ۽ چيائين تہ توهان جو پاڙيسري آهي.

مون کي پنهنجي بدبختي تي وڏو ارمان آهي تہ توهان بمبئي آيا ۽ مونکي توهان سان حالي احوالي ٿيڻ جي ڪيڏي نہ سڪ هئي ۽ توهان پوني اچڻ جو وعدو بہ ڪيو هو پر توهان اچي نہ سگهيئہ ۽ توهان کي ڪجهہ ڏيئي نہ سگهيس.

اميد تہ هينئر توهان ۽ توهان جي مسز بلڪل خوش راضي هوندءِ. هن چٺيءَ جو جواب مونکي جلدي ۽ ضرور ڏجو ڇو جو تہ توهان کي ڪجهہ ڪتاب موڪلڻا آهن. توهان کي ڪو خاص ڪتاب هتان گهرجي تہ ضرور لکجو.

بنده
لوڪرام ڏوڏيجا

10/01/85

مهربان دوست سرڪي صاحب. شل مالڪ جي مهر اسان پنهي تي وسندي رهي. توهان جو ڪارڊ نئين سال جي مبارڪباد جو پهتو تہ دل ڏاڍي خوش ٿي ڇو تہ توهان جو اِهو نوازشنامو گهڻي وقت کان پوءِ مليو آهي. ان وچ ۾ مان توهان کي ٻہ خط لکيا هئا پر توهان جو ڪو جواب نہ آيو هو. مون توهان کي پنهنجو نئون ڪتاب "منهنجو وطن منهنجا ماڻهو" 8/01/85 تي رجسٽر ٽپال ۾ موڪليو آهي.

پوسٽ رسيد نمبر 5490 آهي. اميد تہ هن دفعي توهان کي اهو ڪتاب ملندو. پهچ لکندا تہ دلجاءِ ٿيندي ۽ پيا بہ ڪتاب موڪليندس. مهنگا ڪتاب مهنگي ٽپال خرچ سميت ٽپال ۾ لاپتا ٿين ٿا تہ ارمان ٿئي ٿو. پاڪستان مان موڪليل سڀ ڪتاب هتي باسلامت پهچن ٿا پر هتان موڪليل ڪيئي پارسل اتي نٿا پهچن. خير.

توهان پنهنجي مسز کي نياز ۽ دعا ڏجو تہ شل آل عيال سميت

سدا باغ بهار شاد آباد رهو. هينئر توهان جو انڊيا اچڻ جو پروگرام ڪڏهن جو آهي؟ توهان جڏهن بہ اچو تہ هفتي کن جو پروگرام پوني منهنجي گهر اچي رهڻ جو ضرور مقرر ڪندا تہ آسي پاسي جون هِلِ استيشنون توهان کي گهمائڻ جو موقعو ملندو. منهنجي دل بہ پنهنجي جنم يومي شڪارپور ڏسڻ جي تہ نهايت گهڻي آهي پر هتي پاڪستان جي ويزا ملڻ مشڪل آهي. دنيا جا ڪيئي ملڪ گهمي آيس ۽ ٻين جي ويزا بہ سولي ملي تي پر پاڪستان جي نٿي ملي. شل اسانجي جيلرن جي اسان تي رحم ڪرم جي نظر پئي.

هن طرف جو ڪوبہ ڪم ڪار هجيو تہ بلاشڪ لکندا. ڪوبہ حجاب نہ ڪندا.

لوڪرام ڏوڏيجا

6/02/85

پيارا منڙا دوست سرڪي صاحب. شل مالڪ جي مهر اسان ٻنهي تي وسندي رهي.

توهان جو 27/01/85 جو خط مليو تہ دل بهار ٿي.

توهان لکيو آهي تہ مون توهان کي جيڪي ڪتاب 10/01/85 تي موڪليا سي توهان کي نہ ملندا. مونکي خاطري آهي تہ توهان کي ضرور ملندا. 4-6 مهينا اڳ جيڪي پارسل موڪلياسي برابر پوسٽ وارن ضبط پئي ڪيا پر هينئر جيڪي پارسل موڪليا آهن سي برابر انهن کي مليا آهن تہ پوء توهان کي ڇونہ ملندا؟ جڏهن ملنوَ تہ ضرور لکجو تہ دلجاء ٿيندي.

توهان لکيو تہ پوني ڊيڪن ڪاليج ۾ سنڌي ٻولي ۽ ساهت تي گهٽوَ ڪم ٿي رهيو آهي سا ڳالهہ غلط آهي. ڊاڪٽر لڇمڻ خوبچنداڻي 20 سالن کان ڇڏي ويو آهي. تنهن کان پوء ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ ٿورو ڪم اڪيلي سر ڪيو آهي ۽ سنڌي - تو-سنڌي لغات پوري ڪئي اٿائين پر ان کي ترتيب وار نہ لکيو ويو آهي. ڇو تہ هن کي LINGUISTIC جا ٻيا ڪم. گجرات. ڪيرالا جا ٻيا ڪم وغيره ڏين

ٿا. اهو سبب ٻه آهي جو ان ڊڪشنري ڇپڻ تي 8-10 لک خرچ جو تخمينو سندن بجيٽ ۾ ڪونهي.

باقي ان بنيادي ڪم ڪيِ ڇڏي ورلي ورلي ڪي سيمينار ٻيا ڪندا آهن جن مان نه ڪجهه وري نه سري. ڀارت ۾سنڌي ٻوليءَ جو وجود خطري ۾ آهي جو ڪٿو ڪٿو ٿيل سنڌين لاءِ هر هڪ ڳوٺ ۾ 30 - 35 گهرن لاءِ اسڪول کولڻ مشڪل آهن. بمبئي ۾ الهاس نگر ۾ ٻه سنڌي اسڪول ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ آهن سنڌي آهن CITIZENS OF WORLD انهن ڪي انگريزيءَ جي نئي گهرج پوي ٿي.

شل سداءِ سکي رهو. ڪتاب جي پهچ ضرور لکندا.

لوڪرام ڏوڏيجا

18/02/85

مهربان دوست نورالدين سرڪي صاحب. شل اُن رحيم ڪريم جي رحمت اسان ٻنهي تي ٿيندي رهي. توهان جو 5/02/85 جو خط مليو ۽ خوشي ٿي ته توهانکي "منهنجو وطن منهنجا ماڻهو" ڪتاب جي ڪيٽ اپ پسند آئي. توهان پڙهڻ کان پوءِ پنهنجو رايو لکندا ته ٻئي ڇاپي ۾ پاڻ ڪي سڌاري سگهندس. ٻهريون ڇاپو خلاص ٿيڻ تي آهي ۽ ٻئي ڇاپي جون تياريون ڪري رهيو آهيان. هيءُ ڪتاب منهنجي يادگيرين جو مجموعو آهي. تنهنڪري ڪي چڱيون ڳالهيون ٻه نه لکي سگهيو آهيان. جيئن ته رڳو پنهنجي مرشد بيدل فقير جو ذڪر ڪيو اٿم يا پنهنجي هم ڪلاسيءَ عبدالڪريم گدائي جو ٻه مختصر ذڪر ڪيو اٿم. قليچ بيگ جي ڪنِ ڳالهين جو ذڪر ڪيو اٿم. پر جڏهن پاڻ 60 سالن کان مٿي هوندي پاڻ 15 سالن جي ڇوڪري سان شادي ڪيائين سا ناشائستي سمجهي نه لکيو اٿم. پنهنجي پاڙيسري الله بخش سومري جو ٻه مختصر ذڪر ڪيو اٿم. هينئر توهان صلاح ڏيو ته اهڙين ڳالهين جو ٻه ذڪر ڪرڻ گهرجي ڪين نه؟ توهان ڪتاب جي ڪيٽ-اپ جي ساراهه ڪئي آهي پر منهنجا ٻيا ڪتاب جن جو 8-9 ڇاپو

هلي رهيو آهي سي بہ ٻاهرين ڏيکاءَ ۾ گهٽ ناهن. گند کي ململ ۾ بہ ويڙهي سگهبو آهي. ۽ مکڻ کي ميري کپڙي ۾ بہ. هن ڪتاب جي اندرين مواد جي تہ توهان ئي راءِ ڏئي سگهندا.

توهان محترم محمد ابراهيم جوئبي لاءِ لکيو آهي ۽ مون بہ هن جي قابليت لاءِ گهڻو ڪجهہ ٻڌو آهي ۽ جي ٿي سگهيوَ تہ هن جي ايڊريس لکجو. اهو ساڳيو استاد آهي ڇا جنهن جا عالماڻا ليک مهراڻ ۾ ڇپيا ها؟

توهان منهنجي ديوناگري ڪتاب "منهنجو شهر منهنجا ماڻهو" نسبت پڇيو آهي. ان ڪتاب ۾ سنسڪرت جا گرنٿ 2-3 هزار اڳ جا سلوڪ ڏيئي ثابت ڪيو اٿم شڪارپور يا شالي ڪوٽ (ڪٽيتا) جا قلعا کهڙي سبب بہ هزار سال اڳ ٺهرايا ويا هئا ۽ سنڌ جي راجا جي عيسيٰ مسيح سان کهڙي گفتگو ٿي هئي. سي سنسڪرت سلوڪ ڏنا اٿم. بہ سؤ سال پراڻي هڪ جرمن عالم جي ڪتاب مان بہ ڏنا اٿم تہ شڪارپور دائودپوٽن نہ ٺهرائي هئي. جڏهن ظالم نادر شاهہ هزارين برهمڻن کي غلام بڻائي ٿي ويو تہ شڪارپوري شاهوڪارن ڪين ڪنهي آزاد ڪرايو هو. توهان کي جيڪڏهن سنسڪرت يا هندي ايندي هجي تہ اهو ڪتاب بہ ڪٿان هٿ ڪري موڪليانوَ. ان ۾ ورهاڱي جي ظلمن جون ڪي تصويرون نہ آهن.

مونکي الف ليليٰ جو هڪ وڏو قصو ۽ جامع سنڌي لغات جو پهريون ڀاڱو گهرجي. اهي ٻئي ڪتاب ملڻ مشڪل آهن پر ناممڪن ناهن. توهان ڪان ٿي سگهي تہ ڪوشش ڪجو.

بنده
لوڪرام ڏوڏيجا

29/01/98

پيارا دوست سرڪي صاحب. خوش هجو شال.
مان توهان جا جيترا ٿورا مڃان سي پورا نہ ٿيندا. تنهنڪري رڳو هٿ ٻڌي ڏٿي در دعا پنان ٿو تہ توهان کي عال عيال سميت سدا

سکيو ستابو/رکي. منهنجي بدبختي ڏسو جو توهان وڏي مهر ڪري منهنجي گهر اچڻ باسيو ۽ ۽ ان رات جو ئي هڪ ويجهو عزيز لاڏاڻو ڪري ويو ۽ منهنجي گهر ۾ ئي زالاڻو روئڻ پٽڻ شروع ٿي ويو. توهان اول جنهن ڏينهن اچڻ قبول ڪيو هو ان ڏينهن ڏاڍو سنو ٿئي ها ۽ توهان جو گهر ڏسڻ لاءِ مان پنهنجي پٽ کي پنج ڪتاب ڏيئي به موڪليا پر توهان هڪ ڏينهن دير سان اچڻ لاءِ چيو. وري منهنجي پٽ کي ان سرڪواسيءَ جا هڏا کڻي گوداوريءَ تي ناسڪ وڃڻو پيو. توهان جي ايڊريس ۽ ٽيلفون نمبر به ان گهمسان ۾ گم ٿي ويو. خير منهنجي قسمت ۾ توهان سان حالي حوالي ٿيڻ جي خوشي لکيل نه هوندي. توهان وري پوني به نه آيئُه.

امید ته ساڳيو ئي پريم ۽ سڪ رکندا ايندا. ماڻهو سٺ هڪڙي سٺي ٿو ۽ ٿئي پيو ٿو. موت جو ملائڪ مهاڻي وانگر نديءَ ۾ جار وجهي ٿو ته ان ۾ ننڍا وڏا مڇ مڇيون ڦاسن ٿا. ملائڪ اهو نه ٿو سوچي هيءَ مڇي اڃان ننڍي آهي، هن تي ڪو رحم ڪيان ۽ انهن مڇين جي چونڊ نه ٿو ڪري جن سڀ ڪجهه ماڻيو چوڙيو آهي. مان الائي سندس چار ڪان ڪيئن بچي ويو آهيان. جيتوڻيڪ ٽي دفعا هارٽ اٽيڪ ۾ وڏن اسپتالن ۾ رهي به آيو آهيان. مونکي وساري ويٺو آهي. دعا ڪرڻي ته آخر تائين مالڪ جي ياد رهندي اچي ۽ ڪنهن کي ڏک نه ڏيان.

لوڪرام ڏوڏيجا

پيارا ڀاءُ سرڪي صاحب. خوش هجو شال.

توهان صاحب منهنجي غريبخاني تي پير گهمايا. ان لاءِ جيترا ٿورا مڃيا سي اٿورا ٿيندا. مون وٽ توهان جي بمبئي جي ايڊريس ڪانه هئي ته مان توهان کي ڪي ڪتاب موڪليان ها پر اُهي واپس آيا تنهنڪري اهي جدا ٽپال ۾ رجسٽرڊ ڪري موڪليا اٿم. (1) جپان جو سفر نامو (2) مهايارت. جيڪو پڙهندي توهان کي پنج هزار سال اڳليءَ حالت جي سُڌ پوندي ۽ ان مهل جي ماڻهن ۽ ريتن (چڱين يا مدين پر

عجيب) جي به خبر پوندي ۽ ان ۾ سنڌ جو ۽ راجا جئدارٿ جو به ذڪر اٿو.

توهان جي دعا ۽ موٽ چوٽ ڏني ته سنڌ جو سچو اتهاس، سنسڪرت گرنٿن جي آڌار تي، راجائن جي نالن، جنگين سميت ڏيندس. حال ته اهو معلوم ٿيو آهي ته سنڌ ۾ جيتريون جنگيون لڳيون آهن اوتريون ٻيو ڪٿي به نه لڳيون آهن. انهن جا نتيجا ۽ سبب به ڇاٽاڻا پوندا پر هن وقت ته رڳن ۾ طاقت ڪانهي. جيئن توهان پاڻ ڏسي ويئه. دعا ڪريو.

مان توهان کي اڄ ڪهڙا ڪتاب موڪليان اهو توهان پنهنجو ياءُ سمجهي بنا حجاب لکندءُ ته مونکي بيحد خوشي ٿيندي. توهان مونکي لغات جو ٻهريون جلد ڏنو ته بيحد خوشي ٿي.

شل توهان عال عيال سميت سداء سکي رهو.

لوڪرام ڏوڏيجا

29/09/86

محترم پيارا دوست نور محمد سرکي صاحب. شل مالڪ جي مهر اسانتي ۽ توهان تي وسندي رهي. توهان جو 16/09/86 جو خط پهتو ته بيحد خوشي ٿي. منهنجي طبيعت اجا ته ڍلي ڍالي هليٿي. ڊائريا ۽ ڊئسينٽري جند نه ٿي ڇڏي، ڊاڪٽر چون ٿا ته آپريشن ڪراءِ پر ساڻ ساڻ اهو به چون ٿا ته هن وڏي عمر (81) ۾ آپريشن ڪرائڻ خطرناڪ آهي. ان لاءِ مان ته سڀ رب جي رضا تي ڇڏي ڏنو آهي ته جيئن منظور هوندس تيئن ٿيندو. رڳو اها دعا پوي ڪندو آهيان ته شل توهان کي عال عيال سميت تندرست رکي.

ٻي خوشي اها ٿي ته توهان سنڌي لغات جو ٻهريون حصو مون لاءِ هٿ ڪيو آهي. انهيءَ ياڳي ڪان سواءِ مان ڇڻ ته لولو لنگڙو هئس. اهو مهرباني ڪري جلد موڪلجو. ٻيو ته مونکي ”گلن جي ٽوڪري“ ۽ شاهه جي لغات به گهرجي. اهي واپريل ۽ پراڻا هوندا ته به مون لاءِ ڪارائتا ٿيندا. ڇو ته مونکي پنهنجي لاءِ گهرجن.

تئين خوشي جي ڳالهہ تہ توهان هن پيري پوني ايندءَ ۾ عرض اهو آهي تہ منهنجي گهر اچي رهجو. توهان کي رڳو اهو اهنج ٿيندو تہ اسان بلڪل ويشنو ماڻهو آهيون. ۾ پيڙهين کان گوشت نہ واپرائيندا آهيون.

مان اڳئين دفعي مقدمي بازيءَ جي چڪر ۾ يقينن هوس. پر هيئنر من کي سمجهايو آهي تہ اڳهاڙو آيو آهيان اڳهاڙو ويندس. باز جي چنبن ۾ جيستائين ماس جو ٽڪر هجي ٿو ٻيا باز هن جي پٺيان لڳن ٿا پر جڏهن ان ماس جي ٻچر ڇڏي ٿو تہ مقدمي بازيءَ جي ڪشمڪش کان ڇٽي ٿو. هڪ دفعي هڪ مسلم مائي ڪنور ڀڳت وٽ آئي ۽ مان کوهہ تي اسنان ڪرڻ تي ويس تہ چيائين تہ. "ڀڳت ٻين سيني کي تہ مليو رڳو مونکي ڪجهہ نہ ڏنئہ. منهنجا ڇڙا سيئہ ۾ ٿا ٿر ٿر ڪنبن" تہ ڪنور پنهنجا سب ڪپڙا (ڌوتي سميت) لاهي ڏنس تہ مان پنهنجو انگوڇو ڏنومانس تہ "پنهنجا ٽيڙ تہ ڍڪ. اهو بہ چيو مانس تہ واپاري تي نقصان جا ڪم ٿو ڪرين؟"جواب ڏنائين. "اجان تہ نفعي ۾ آهيان جو اُگهاڙو موڪليائين ۽ هيئر هيءُ انگوڇو تہ ڏنو اٿائين." خير.

ائين برابر آهي تہ ڪتابن جو ڪيئون رولاڪ آهيان ۽ گهڻو ڪجهہ لکڻ جو خيال هئو پر پڊاپي جي ڪمزوريءَ ۾ هيئنر ڪجهہ ڪرڻ جي همت نہ ٿي ٿئي. رڳو هيئنر "ڪانداريندڙ ڪهاڻيون" ڇپجي رهيون آهن تہ نامراد سياستدانن ملڪ جو ورهاڱو ڪيو تنهن ۾ هندو يا مسلمان تي جي غضب ۽ ظلم ٿيا ۽ مون اکين سان ڏٺاسي داستان بيان ڪيا اٿم. ڏسجي اهو ڪتاب ڪڏهن ٿو تيار ٿئي.

شڪارپور لاءِ تہ نيپولين ۽ ٻين اهم ماڻهن بہ گهڻو ڪجهہ لکيو آهي جو تواريخي ڳالهيون ٿيون آهن.

مان توهان کي اڄ پنهنجو ڪتاب "منهنجو وطن منهنجا ماڻهو" ٽپال ۾ موڪليو آهي. ان جي پهچ ڏيندا تہ شڪرگذار ٿيندس.

بندہ

لوڪرام ڏوڏيجا

8/01/88

محترم پيارا دوست نورالدين سرڪي صاحب. شل مالڪ جي مهر اسان ٻنهي تي وسندي رهي. مونکي ڪالهہ توهان جو نئين سال جو گريٽنگ ڪارڊ مليو جنهن لاءِ مون کي پورا لفظ نہ ٿا ملن جو مان پنهنجي خوشي ۽ شڪرگذاري ظاهر ڪري سگهان.

مان پنجن مهينن کان بمبئي جي وڏين اسپتالن ۾ داخل رهيو آهيان اجا پيٽ جي خرابي ڇٽي تہ باٿ روم ۾ ڪري پيس. ٻہ مهينا هڏگڏ ٺيڪ ٿيڻ تي لڳي ويا پر سياڻي پوني ويندس جو هينئر ڪرسيءَ تي ويهي لکي پڙهي سگهندو آهيان. توهان جي دعا جي ضرورت آهي جو گهمي گهٽي سگهان. مالڪ کي بدن ٺاڻ نہ آيو آهي جو لوهہ جهڙو ٺاهي ها جو هنن ايذائن کان آجو ٿجي ها. خير جيڪا جوڙيائن سا واهہ واهہ.

مونکي ياد نہ آهي تہ مان توهان کي پنهنجو تازو شايع ٿيل ڪتاب "ورهاڱي جون لڳ ڪانڌاريندڙ ڪهاڻيون" ۽ "مهاڀارت" موڪليو آهي ڪين نہ. مان وري بہ اڄ ٻہ عدد ڪتاب "ڪانڌاريندڙ ڪهاڻين" جا رجسٽر پارسل ڪري موڪليا آهن. پهچ ڏيندا تہ دلجاءِ ٿيندي ٻيا بہ ڪي ڪتاب گهرجنوَ تہ لکجو.

ٻہ سال ٿيا تہ ٻڌو هوم تہ ادبي بورڊ وارن "جامع سنڌي لغات" جو آخري پنجو جلد تيار ڪيو آهي. اُهو اڃان تائين نہ آيو آهي پر ٻڌم تہ ٻيا ڪي سٺا ڪتاب شايع ڪيا اٿائون. انهن جو پتو ڏيندا تہ ٿورائتو ٿيندس.

هن طرف جو ٻيو ڪو ڪم ڪار هجيو تہ پنهنجو ياءُ سمجهي لکجو.

لوڪرام ڏوڏيجا

## جهوت هيرا لند چاولا

| | |
|---|---|
| ڄم ڏينهن : | 8 آڪٽوبر 1932 |
| ڄم جو هنڌ: | راڻي پور (ضلع خيرپور ميرس سنڌ |
| تعليم: | بي- آي |
| ڪم: | واپار |

ادبي خدمتون:

ليک، ڪهاڻيڪار، مضمون نگار، ناٽڪ نگار ۽ سنڌيڪار

ڪتاب:

١) عالمي ادب جو ترجمو

٢) ڪهاڻيون

3 آگسٽ 1983

ادا نور. ادي. ڏنل ۽ اڻڏنل ادڙا ۽ ادڙيون سدائين باغ بهار هجو.

توهان جي ٻن قرب نامن جي موٽ ۾ قرضدار آهيان. ۽ انهيءَ لاءِ توهان کي ايترو انتظار ڪرايم. تنهن لاءِ شرمسار!

توهان جنهن ڏينهن هتان رخصت ٿيا. تنهن کان ٻن ڏينهن بعد مونکي ڪلڪتي اسهڻو هو. رزرويشن ڪرايل هئي. پر توهان جي روانگيءَ بعد منهنجي طبيعت ڏڙڪڻ لڳي. جنوريءَ جو مهينو اجهان ٽڏڪار هئو. ان هوندي به سڄو جسم پگهر ۾ شل هئو. جيئن تيئن ڪري گهر پهتس. ڀرپور ٽڏ اچي ورايو. ٻه رضايون مٿان وجهڻ بعد به بدن گرم ڪونه ٿيو. دل ويٺي پئي ٻڏندي. توهان سان گڏ گذاريل ڪي گهڙيون. تن منهنجي ننڊ حرام ڪري ڇڏي. وطن ئي وطن اکين اڳيان پئي گهميو ۽ بس. ڊاڪٽر آيو. رت جو داٻ ڪافي وڌيل هئو. گهڙي ڳڻتي اٿئي؟ ڪيس ڇا ٻڌايان؟ ڪو ٻڌي ته ڪلي ڪلي ساڻو ٿي پئي. مان چپ. ڪنهن کي ڇا ٻڌايان.

توهان جيئن ڏٺو. ٻڌو. سمجهيو هوندو. مان ڏاڍو ڏنگو ماڻهو آهيان. ڪنهن سان پوي ئي ڪانه. جو جيڪي محسوس ڪريان سامهون واري کي چئي ڏيان. انهيءَ لاءِ گهٽو ڪري هرڪو مونکان ٻچي. بمبئيءَ ۾ رهندڙن سان به سالن جا سال ڪونه گڏبو آهيان. پر توهان مون تي ڇڻ ته جادو ڪيو آهي. سوچيو هوم خط و ڪتابت نه ڪرڻ سان توهان کي وساري سگهندس. پر ڄڏهن 25 سالن بعد به وطن. جنهن ۾ صرف 14 سال گذاريا اٿم نه وساري سگهيو آهيان. پنهنجي پينڙي. ادي ۽ ادڙيءَ کي ڪيئن وساريندس. ڄڏهن به ڪا سنڌي ڪئسيٽ هلايان ٿو. ڪو سنڌي ڪتاب هٿ ۾ کڻان ٿو يا ڪنهن اخبار ۾ اتان جي خبر پڙهان ٿو. توهان جون صورتون اکين جي اڳيان ٿيون اچي وڃن. ۽ اها ويڌن صرف مان سان نه آهي گهر جي سيني ڀاتين کي توهان ياد آهيو. رام کي ياد آهيو. شوبا کي ياد آهيو.

مهيني کان وري سمهيو پيو آهيان. شڪايت ساڳي ئي آهي. پر ڪنهن کي. گهر جي ڀاتين کي به ٻڌائي نه ٿو سگهان. انهيءَ لاءِ توهان ڀلئي به خط ۾ اهڙي ڳالهه نه ڇورجو. مان اڄ ڪلڪتي ٿو وڃان. وري

مهيني کان پوءِ واپس ورندس. ادا. عليءَ جو ايڏهن اچڻ جو پروگرام پڪو ڪونہ هو. چيائين دهلي وڃان ٿو. ويزا ملي تہ هليو ويندس تہ دهلي ۾ آگرو گهمي واپس موٽي ايندس. انهيءَ لاءِ ڪجهہ بہ موڪلي نہ سگهيس. سندس خط آيو آهي سمورو احوال ڏنو اٿائين. ساڌي يارهين جي چڪر ۾ پوڻ جو تہ ڪو ضرور ئي نہ هئو. انوءَ شهلا کي خط لکيو هو. خبر نہ آهي پهتو يا نہ پر انوءَ کي شهلا جي خط جو ۽ ماستر سندرداس کي توهان جي خط جو انتظار آهي. دادا موتي رام کي اياز قادري جو خط آيو هئو. Moon Soon کان پوءِ هيڏانهن اچڻ جو پروگرام اٿس. سندس پروگرام ڏجو سائنس فوٽا موڪليندس. وڌيڪ احوال ڪلڪتي مان.

جيوت چاولا

10 سيپتمبر 1984

ادا نور. ادي. ڏنل ۽ اٹڏنل ادڙا ۽ ادڙيون سدائين باغ بهار هجو.

هي ايروگرام فيبروري 1983ع ۾ ورتو هوم ۽ ائڊريس بہ تڏهن کان وجهي رکي هئم. پر لکيم ڪونہ. ہہ سال تندرستي جي خيال کان مون لاءِ ڏاڍا خراب ثابت ٿيا آهن. هينئر گذريل ٻن مهينن کان بستري داخل آهيان. ۽ جهڙو حساب آهي تہ هي مهينو بہ ائين گذري ويندو. خير اهي تہ زندگيءَ جا لاها چاڙها آهن جي هر ڪنهن کي پنهنجي پنهنجي نموني ۾ ڀوڳڻا آهن.

پر توهان ڪيئن آهيو؟ هتي توهان کي سڀ ڏاڍو ياد ٿا ڪن. جن توهان کي ڏٺو آهي سي، ۽ جن توهان کي ڏٺو نہ آهي. صرف مون کان توهان جون ڳالهيون ٻڌيون اٿائون سي پڻ. ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾. جتي بہ ويندو رهندو آهيان. توهان بابت پڇا ٿيندي آهي. ۽ توهان کي سلام لکڻ لاءِ چوندا آهن. سي سيني جا قبول پون.

هاڻي اچو مول مقصد تي. توهان جا پير انوءَ لاءِ سڀاڳا ثابت ٿيا. ڦيريون ئي ڦيرو سندس لاءِ ڳالهہ هلائيسين ۽ اتي پڪ ٿي. هڪ مهيني جي اندر سڀ ڪجهہ ٿيو. ڇوڪري جا مائٽ جئپور کان هت آيا. انوءَ کي ڏٺائون. ڇوڪري کي فون ڪري ولايت مان گهرائيون (Lagos

مان). ۽ هينئر پڪ ٿي وئي. ۽ هينئر 12 نومبر تي وهانو جي پڪ ڏني اٿائون. هتان 8 نومبر تي جئپور لاءِ روانا ٿي ويندا سين. 10 تاري منديءَ جي رسم آهي ۽ 12 تي وهانو. اسان سڀ پاڻ کي ڏاڍو خوش قسمت سمجهنداسين جيڪڏهن توهان ان موقعي تي اچي هٿ پهچو. جئپور کان اجمير ٽن ڪلاڪن جي پنڌ تي آهي ۽ دهلي پنج ڪلاڪن جي پنڌتي ۽ اسان توهان سان گڏ هونداسين ۽ مند به وڻندڙ هوندي. ادي برڪت جو ڪهڙو حال آهي.

هتان واپس ورڻ بعد ڪوبه احوال ڪونه ڏنو اٿائين. ساڻس ڪجهه موڪليو هوم توهان لاءِ. اميد ته پهتو هوندو. هن طرف ڪو ڪم هجي ته حاضر آهيان.

جيوت. ايڇ. چاولا

31 ڊسمبر 1985

ادي. ادا ڏنل ۽ اڏنل ادڙا ۽ ادڙيون سدائين باغ بهار هجو.

نئين سال جون لک لک مبارڪون هجن انوءَ جي ڏيز جي شادي آڪٽوبر 25 تي هئي. هن توهان کي نينڊ ڪارڊ مڪو هئو ۽ جيئن به لکي هئي اچڻ ممڪن نه هئو. ڪيس پڪ هئي ته جواب ضرور ايندو ۽ اجان هن کي توهان جي چٺيءَ جو انتظار آهي. جولاءِ 1984 ۾ اجمير شريف ويندي. ريل گاڏي ۾ مون کي دل جي تڪليف ٿي پيئي (انوءَ جي وهانو کان پهرين) ۽ هينئر ته گولين جي شيشي هميشه کيسي ۾ رهي ٿي. ۽ هاڻي وطن جي ياد ويتر وڌيڪ ٿي ستائي. بمبئيءَ مان هڪ پارسي ادي اتي آيل آهي. روانو ٿيڻ کان اڳ هن مونکي ساريو هو. پر نياپو تڏهن مليو جڏهن پاڻ اتي پهچي چڪي هئي. سندس ائڊريس لکان ٿو. ڳالهيون ڳوٺ وٽڻ جون. ۽ راشدي صاحب جا ٻيا ڪتاب ۽ اهڙا ٻيا ڪتاب ۽ ڪيسٽون بس اها ئي طلب آهي. مونکي ڪڏهن تا وطن جا وڻ ڏيکاريو.

فقط

جيوت چاولا

21 آڪٽوبر 1986

ادا. ادڙيون سدائين باغ بهار هجو.

ڏهن مهينن جي انتظار کان بعد توهان جي چٺي ملي. يادگيريءَ لاءِ اوهان جو ٿورائتو آهيان.

سڀ کان پهرين شهلا جي مڱڻي جون توهان سڀني کي اسان سڀني طرفان مبارڪون هجن. توهان ته اها خوشخبري ڪونه ڏني پر شائسته پونم کي لکيو آهي.

انو- 30 مئي تي هتان لاڳاس رواني ٿي وئي آهي. مزي ۾ آهي.

هري ايڏانهن اچڻ وقت هت مونکان به موڪلائي نه آيو. مهنو ڪن اڳ مون وٽ آيو هئو. "مارئيءَ" جون 2 ڪاپيون ڪٽي ويو. چيائين ته توهان کي موڪلي ڏيندو. خبر نه آهي توهان تائين پهتيون يا نه.

فوٽا ته مون وٽان اتان جي هڪ ڀيڻ 3-4 مهينا اڳ ڪٽي ويئي آهي. توهان جا فون نمبر ۽ ائڊريس ڏني اٿم. اتي پهچي توهانکي خبر ڏيندي. پر اجان هتان رواني ڪانه ٿي آهي.

توهان لکيو آهي ته توهان طرفان جئپور ۽ دهليءَ وارن کي سلام لکان. سو ادا. مان ڪٽي توهان جي طرفان ڪين ڪيترا به سلام لکان. ان کي اهميت ڪانه آهي. توهان جي لکيل ٻن لفظن کي وڏي اهميت آهي. ۽ سچ ته ڪين لکڻ توهان تي واجب هئو. پر ممڪن آهي مان غلط هجان. باقي دادا موتيرام تائين توهان جا سلام پهچايا اٿم.

هريءَ هٿ توهان جو موڪليل ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" پهتو.

30 تاريخ اسان ڪلڪتي ٿا وڃون ۽ 8 نومبر تي واپس موٽنداسين.

هريءَ سان گڏ ايڏانهن اچڻ جو ته سوال ئي نه ٿي اٿيو. توهان سڀني کي هٿ آسري ۾ رکي ويا آهيو. (جئپور. دهليءَ ۽ بمبئي وارن کي) پر نه ڪنهن جي مامي جو پتو لڳايو اٿو نه ماسات جو.

هن طرف ڪو ڪم هجي ته حاضر آهيان.

"مارئيءَ" جون ڪاپيون نه پهتيون هجن ته احوال ڏجو. ڪنهن ٻئي هٿ موڪلي ڏيندس.

توهان جي ڪالونيءَ ۾ رهندڙ خاتون جنهن جي گهران توهان تي آيا آهيو. هن مهيني هٿ اچڻي هئي. ڪالهه تائين ته ڪانه آئي آهي. (سندس پيڻ مسز قاضي هت ڪملا سان گڏ ريلوي ۾ ڪم ڪندي آهي). پر ايندي ضرور. ان هٿ مارئي موڪليندس.

جيوت چاولا

9 ڊسمبر 1986

ادي. ادا ڏنل ۽ اٽڏنل ادڙا ۽ ادڙيون سدائين باغ بهار هجو. هن ڪان اڳ ٻه خط لکيا اٿم. جواب جو اجا انتظار آهي. پيڻ پشپا ٺاڪر جاوا، ۳ سوامي نارائڻ مندر، ڪراچي، جنهن سان توهان ڪي فوٽا. مارئي ڪتاب ۽ ٻيو ڪجهه موڪليو هئم ان کي مهرباني ڪري ٻڌائجو ته مون فارم پريو آهي ۽ سندس نالو ۽ ائڊريس ڏني اٿم. سندن فون نمبر آهي 215625. مهرباني ڪري اهو ڪم. وقت. ڪڍي ڪندا. فارم ۾ لکيو اٿم ته پشپا منهنجي پيڻ ٿئي. اها ڳالهه ڪولي چئجوس ۽ فون تي اطلاع ڏجو. ٻيا ڪهڙا حال آهن.

مان 16 تاريخ دهلي روانو ٿيندس. اتان ڪانپور. لکنو. پاٽنا ۽ ڪلڪتي مان تي جنوري جي پهرئين هفتي ۾ واپس موٽندس.

سلام سيني لاءِ

جيوت چاولا

7 ڊسمبر 1987

ادا. ادي. ڏنل ۽ اٽڏنل ادڙا ۽ ادڙيون سدائين باغ بهار هجو.

ايڏانهن اچڻ لاءِ دل گهڻي وقت کان تڙپي پئي. پر شايد اڃان اتي مون لاءِ داڻو پاڻي نه آهي. هري ايڏانهن آيو. پر مون سان ڌوهه ڪيائين. سيني کان (جن کي ونءي اچڻ تي چاهيائين) ويزا لاءِ فارم پرائي. مڪمل انتظار ڪرڻ کان. مونکي تڏهن ٻڌايائين جڏهن دادا موتيرام جي چوڻ تي سندس ڪنهن ڪم سانگي ڪيس فون ڪيم. خيرخوش هجي.

عبدالغفور ميمڻ ۽ قمر ڀٽي سان روح رهاڻ ڪئي. ٻئي ڪنهن ڪي هتان جا دوست مون تائين رسڻ ئي نہ ٿا ڏين. نہ اتم ۽ نہ ئي هري. قمر ٻيڻل پاٽيءَ ۾ سروٽو اڇلي ويو آهي. ٻيڻل پاٽيءَ ۾ چڱي چرپر آندي اٿائين. پر هري سندس لاءِ وڏا افواهہ ڦهلايا آهن تنڪي ڪيتري قدر صداقت آهي. تنهنجي خبر هريءَ کي پر ساڻس ڪيل ملاقاتن ۾ هت سيني کي لطف آيو. پنهنجي سفرنامي لاءِ مونکي مهاڳ لکي ڏيڻ لاءِ چيو اٿائين (ڪافي زور ڀريو اٿائين تہ لکان) اوهان وٽان راءِ ملڻ بعد ئي فيصلو ڪبو.

ٻيا ڪهڙا حال آهن شهلا ۽ شائستہ ڪيئن آهن. هت سڀ ڪين ياد ڪندا رهندا آهن.

مون لاءِ ڪو ڪم؟

| 1- ڪتاب خاص | ليکڪ |
|---|---|
| پاڪستان هاڻ ٽٽڻ کپي | جي ايم سيد |
| سنڌ ڪيئن آزاد ٿيندي | قمر ڀٽي |
| ٻاروچي ٻولي | |
| تاجل بيوس جا ڪتاب | |
| يوسف شاهين جو نثر ۽ نظم | |
| ڀڳت سنگهہ کي ڦاسي وغيره | |

**قومي ڪيسٽون**

| | |
|---|---|
| عابده پروين جيڪب آباد شو | |
| فقير عبدالغفور | |
| منظرو سخيراڻي | قومي گيت |
| وحيد علي | |
| عاشق نظاماڻي | |
| قربان اعواڻ | |
| زرينہ بلوچ | جيئي سنڌ جيئي سنڌ جامِ محبت پيئي سنڌ |
| جميل ڀان | |
| ابراهيم منشي | |
| قمر سومرو | قومي گيت |

هڪ ٻہ سنڌي وڊيو ڪيسٽون
۽ نرمل لاءِ سنڌي - سنڌي لغات ڀاڱو 2. 3. 4.

فقط

جيوت چاولا

توهان سڀني کي اسان طرفان نئون سال مبارڪ.

توهان جو واڌاين جو ڪارڊ جنهن ڏينهن پهتو. تنهن ڏينهن ئي صبح جو پونم کي ياد ڏياري چيم تہ توهان لاءِ ڪارڊ وٺي اچي.

سچل سائين جا لفظ آهن:

**هتِ سچل سنياريا. هُتِ سنيار سچل جي.**

توهان اچڻ لاءِ لکيو آهي پر لڳي ٿو اڃان اُتان جو داڻو پاڻي اسان کي نہ ٿو سنياري. جيئن ئي سنيارياڻين اسين اتي هونداسين.

توهان جون ڏياري جي موقعي تي لکيل واڌايون پڻ پهتيون. پر اسان تہ ڏياري ملهايون ئي ڪونہ. ڪافي عرصو ٿيو. مون لکيو هئو.

**ڏيئا ڏياريءِ جا.**

**ڏيارن تا ياد.**

**آءُ تہ آهيان،**

**بنواس ۾ اڃا.**

اسان اچي نہ ٿا سگهون تہ توهان ڇونہ ٿا اچو؟ پونم کي پڪ هئي تہ هن سال توهان ضرور ايندا.

جيوت چاولا

18 جون 1989

ادا. ادي. ڏنل ۽ اٿڏنل ادڙا ۽ ادڙيون سدائين باغ بهار هجو.

عيد جون مبارڪون پنيون هيم. اميد تہ توهان تائين ضرور رسيون هونديون. دادا موتيرام ۽ اسان سڀني کي توهان جي خيريت جي خبر جو انتظار رهندو ٿو رهي پر خبر ناهي توهان اسانکي ڇو وساري ڇڏيو آهي. ڪڏهن تہ ياد ڪيو.

توهان جو سيڪريٽري (نالو ياد نہ اٿم) ڪافي عرصو ٿيو. هت

آيو هو رات جو دير سان فون ڪيو هئائين. ته ٻئي ڏينهن شام جو گهر ايندو. تنهن کان پوءِ وري سندس پتو نه پيو آهي.

ڪملا جو پاسپورٽ نهٽو ڏنو آهي. منهنجو ۽ پونم جو ته تيار آهي. ۽ اميد ته هن سال توهان سان مڪاميلو ٿيندو.

منهنجي طبيعت ڍلي آهي. سور تنگ ڪيو آهي. لکڻ ۾ به تڪليف ٿي هئي.

هي همراهه اوچتو گهر پهتا آهن ۽ هيٺئر ئي روانا ٿيڻ وارا آهن. انهيءَ ڪري ڪجهه موڪلڻ ممڪن نه آهي. ٻيا ڪهڙا حال آهن توهان جا؟ احوال جي انتظار ۾.

جيوت چاولا

19 مئي 1990

مٺڙا ادا. سدائين باغ بهار هجو.

ڪراچي ڇڏي چار مهينا ٿي ويا. پر ائين ڀيولگي ڄڻ ڪالهه ڪالهوڻي ڳالهه آهي. ڪراچي هوائي اڏي تي موڪلائڻ وقت عادتن جڏهن هٿ اڪيان وڌايو هئو. تڏهن توهان منهنجي هٿ کي نظر انداز ڪري، مونکي ڀاڪر ۾ ڪٽي جهليو هئو. ان ڀاڪر جي گرمي اڄان تائين منهنجي جسم ۾ باقي آهي ۽ هتان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ جتي به وڃان پيو. توهان جي حب واري گرمي. سيني سنڌين سان ونڊيان پيو. هٿ ۾ هٿ ڏيڻ آهستي آهستي وسرندو پيو وڃي ۽ نيٺ وسري ويندو. جيئن منهنجي جسم ۾ توهان جي ڏنل اها قربائتي گرمائش رهندي ۽ اها تيسين رهڻي آهي جيسين جسم ۾ جان آهي. اهڙي پڪ اٿم.

29 مارچ سائين خليل موريائي آيو هئو ۽ توهان جا قرب ڏنائين ۽ 'شاهه جون وايون' ياد ڏياريائين. ادا مونکي ياد آهي پر ڪتاب ڇپائيندڙ دهلي ۾ ٿو رهي ۽ ڪتاب صرف وتائنس ئي ملندو. فيبروريءَ جي ڇيڙيءَ ۾ دادا موتيرام راموائي سان گڏ مون سان ملڻ، گهر آيو. ڇيو هيومانس. صرف دهلي وڃڻ جي دير آهي. ڪاپيون ڪنيو ايندس.

اتان واپس وَرڻ بعد مارچ جي شروع ۾ دهليءَ ويو هوس. پر ڳاڏيءَ ۾ ئي طبيعت خراب ٿي هئي. 5 ڏينهن دهليءَ ۾هوس پر گهر

کان ٻاهر نڪري نہ سگهيس ۽ سڌو واپس موٽي آيس. هينئر جون جي پهرئين هفتي ۾ دهليءَ وڃڻ جو پروگرام آهي. ويزا ونڻ لاءِ. جولاءِ جي پهرين تاريخ لئگوس وڃڻ جو پروگرام ٺاهيو آهي. ٽن مهينن لاءِ.

اتي توهان کي اٽڃاٽائي ۾ ڪا رنجائش پهچائي هجي تہ ان لاءِ معافي.

گهر ۾ اميد تہ سڀ خوش باش هوندا. هن طرف ڪو ٻيو ڪم؟

سلام سائين سڪندر لاءِ. اجان تائين ٻہ ڪيس لکي نہ سگهيو آهيان. لئگوس مان ٿي لکندومانس. اسان سنڌي سدائين گڏ.

فقط

جيوت چاولا

هي ڪتاب موڪلي سگهو تہ موڪلجو.

**ديس پرديس**

| | | |
|---|---|---|
| سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي | - | ڊاڪٽر غلام علي الانہ |
| سنڌي ٻولي جو سماجي ڪارج | - | ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو |
| سانگهر | | ڏيپلائي |
| ڪيئي ڪتاب | | ڪريم نظاماڻي |
| مارو ريءَ ملير | | خيرالنسا جعفري |
| جي ماريا نہ موت | | ترجمو تنوير عباسي |
| نانڪ يوسف جو ڪلام | | تنوير عباسي |
| ڏوري ڏوري ڏيهہ | | تنوير عباسي |
| سچ تريءَ هيٺان | | تنوير عباسي |
| ادبي گڏ ٻاٽي | | ٻوڙيو |
| يادگيريون | | نورالهدي شاهہ |
| يادگيريون (؟) | | واڏواڻي |

علي احمد بروهيءَ جو ڪتاب

پرديس ۾ ديسي

شاهہ جو رسالو

سنڌي ڪيسٽون ۽ وڊيو ڪيسٽون

102, Mahesh Premises
Cornor of 2nd - 5th Road,
Khar, Bombay 400052

افسوس صد افسوس منهنجو ياءُ جيوت اوچتو ئي اوچتو 6/6/1986 تاريخ صبح جو ستگرن جي چرڻن ۾ پرلوڪ لاءِ روانو ٿي ويو. اگني سنسڪار 8 تاريخ صبح جو ٿي ويو ۽ پڳڙيون ڇنڇر تاريخ 10 جون شام جو پنج سادا پنج تائين ڪام ۾ مانجهندن جي درٻار ۾ ٿينديون. سيني عزيزن ۽ دوستن کي ٻڌائيندا تہ سرٻگواسيءَ جي آتما جي شانتيءَ لاءِ آراڌنا ڪن.

سيوا ۾
ٺاڪر چاولا

توهان مهرباني ڪري هن نمبر تي شري اياز کي ٻڌائيندا 7222092، 7220080 ۽ شري ڀڳوان ڀيرواڻيءَ کي پڻ ٻڌائيندا دادا جي ٻين دوستن ۽ ساٿين کي ٻڌائيندا.

پونم چاولا

15/06/95

ادا سرڪي،

بي حد افسوس سان لکڻو ٿو پوي تہ منهنجو ياءُ جيوت چاولا ۽ اوهان جو دوست هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري هليو ويو. اچانڪ رات جو هارٽ اٽيڪ ٿيس. ڪيس نرسنگ هوم ۾ ڪٺي وياسين ۽ سانده ٻہ ڪلاڪ جفاڪشي ڪندي بہ ڊاڪٽر ڪجھ نہ ڪري سگھيا.

اتي سندس ٻين دوستن شري وليرام ولڀ ۽ ابراهيم جويو صاحب کي ٻڌائي ڇڏجو.

اوهان جو
ٺاڪر چاولا

## هري موٽواڻي سنڌي

جنم ڏينهن : نومبر 1929
جنم جو هنڌ : لاڙڪاڻو
تعليم: چار درجا سنڌي، باقي قدرت جو لکيل ڪتاب
ڪم: 1951 کان ادب جي ارهه تي
1960 کان ماهوار ڪونج ۽ ڪونج پبليڪيشن
۽ هڪ عدد سنڌي فلم "هو جمالو"

ڪتاب:

١) هڪ لهر - ڪهاڻيون
٢) ڌرتي - ڪهاڻيون
٣) خوددار - ڪهاڻيون
٤) اڃا وار ڪارا پؤنر - ڪهاڻيون
٥) جڙيل جن سان جند - سفرنامو
٦) اجهو - ناول
٧) ابو - ناول
٨) پاڻيارا پکي - ناول
٩) آخري پنا - آتم ڪٿا

ميجتا: ١) خوددار ڪتاب تي مهاراشٽريا راجيه سنڌي ساهت اڪيڊميءَ
پاران ايوارڊ.
٢) "ابو" ناول تي دهليءَجي جئه ديال هارمني ايوارڊ
٣) "اجهو" ناول تي ڀارت ساهتيه اڪيڊميءَ پاران ايوارڊ

رهائش : ممبئي - ڀارت

22/03/1986

پيارا دوست سرڪي. ادي شمس. اميد تہ مزي ۾ هوندا.
هن دفعي جي اوهانجي ڀارت ياترا الائي ڪيئن پوري ٿي. مونکي افسوس آهي جو هن دفعي اسين پاڻ ۾ وڌيڪ ڪچهريون ڪري نہ سگهياسين.
وري بہ شڪر جو منهنجو ادبي گروءِ دوست جيوت چاولا توهان سان گڏ هو ۽ توهان کي اڪيلائي محسوس ڪرڻ نہ ڏنائين. توهين بمبئيءِ واپس آيا ۽ اوچتو هليا ويا. ان ڳالهہ جو پتو. توهان جي وڃڻ ڪان پوءِ پڌايو ويو. ٻہ ٽي ڏينهن ڏک ٿيو پر پوءِ ائين سمجهي تہ. شايد ائين ئي ٺيڪ هو. چپ ڪري ويهي رهيس.
هن دفعي هت ناصر مورائي آيو تہ ساڻس دوستن جون گهڻيون ڪچهريون ٿيون. هن هٿان توهان کي ڪونج جا ڪجهہ پرچا. ٻہ ڪتاب ۽ پئڪٽ (مليل سوکڙي) توهان کي موڪلي هئي.
ڪڏهن ڪڏهن مشغولين مان وقت مليوَ تہ ياد ڪجو.
اوهان جو
هري موٽواڻي

12/02

پيارا دوست سرڪي. ادي شمس. ۽ ٻار. اميد تہ اوهين سڀ خوش مزي ۾ هوندا.
اوهان مونتي ناراض آهيو. واجب آهي. آءٌ ٻہ مهينا سنڌ ۾ رهيس ۽ توهان سان نہ گڏجي سگهيس تہ ڪاوڙ تہ لڳندي ئي. پر آئون مجبور هوس. ٻن چئن دوستن کي چيم تہ ڪراچيءَ وڃي هلو پر موقعو ئي نہ بڻيو. جنهن ڏينهن مرحوم اي. ڪي. بروهي جي بادي ڪراچي پهتي. آءٌ نواب امداد علي سان گڏجي ان ۾ شريڪ ٿيڻ ويس. سندس گهر منهن پائڻ بہ ويس جتي سائين بہ گڏيو پر ڇهين وڳي واپس ورياسين. هڪ دفعي گهر جي زالن سان گڏجي ٽڪيٽ ڪنفرم ڪرائڻ ويو هوس تہ

مـڪـتـبـہ برهان وارن وٽ بہ ويو هوس. پر ان ڏينهن ڪراچي ۾ ٻہ ڪلاڪ مس ترپسا سين. زالون هيون. گهر هلڻ لاءِ تڪڙيون. پوءِ وري لوچتو انڊيا مان ڪال آيو ۽ آئون هليو آيس. ان وچ ۾ خط خبر اها ملي تہ سرڪي ۽ مسز سرڪي دهليءَ ۾ ٽينڊڙ شاھ جي سيمينار ۾ ويل آهن. مون سوچيو توهين بمبئي ضرور ايندا. پر اِها خبر غلط نڪتي.

هاڻي مهرباني ڪري ڪاوڙ ڪڍي ڇڏيو ۽ پرچي وڃو. آئون 1988 ۾ وري سنڌ اچڻ وارو آهيان. تنهن وچ ۾ توهين اچو تہ دل ٺرندي.

ڪجھ ڪتاب ۽ مخزنون اڳي پڻ موڪليون هيم. هينئر بہ مڪتبہ برهان وارن معرفت موڪليان پيو. هڪ ڪتاب (انڊين لٽريچر) سائين جويي صاحب کي موڪلجو. توهان وارا ڪتاب مالڪن کي پهچايا اٿم. ايم. ڪمل لاءِ 4 يا 5 پارٽ موڪليندا. ياپي صاحب لاءِ گهڻا گهڻا سلام. ٻارن لاءِ دعائون.

اوهان جو دعاگو

هري سنڌي

15/02

پيارا دوست سرڪي. ادي شمس. ۽ ٻارڙا ۽ ٻارڙيون.هميشہ خوش مزي ۾ هوندا.

اِڇهو هينئر صبح جو ساڍي ڏهين بجي گهر گهڙيس تہ توهان جو خط مليو. پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي. ائين ڪجھ ڏينهن اڳ نئين سال جي واڌاين جو گريٽنگ ڪارڊ بہ مليو هو. اندريون پاسو صفا خالي هو. چاهيو ها تہ خط لکي سگهو ها.

ليڪن ادا مون بہ توهان کي وساريو ناهي. هڪ تہ مون بہ توهانکي خط لکيو هو. پيو منهنجي ڌيءَ آشا جي شادي ٿي تہ اُن توهان جي ڌيءَ عايشہ (آشا) کي خط لکيو هو. پر توهان وٽان ڪوبہ احوال نہ آيو. ان بعد ڪجھ وقت اڳ. هڪ همراھ جيڪو حيدرآباد رهندو آهي تنهن کي خط ۽ ڪونج جا چند پرچا (پئڪٽ ناهي) ڏنم ۽ ڪيس چيم تہ اِهو پيڪٽ "اسحاقيہ بوڪ سلير" کي پهچائج تہ پاڻهي مسٽر

سرڪيءَ ڪي فون ڪري چوندو تہ هو ڪٽي ويندس. لڳي ٿو تہ هن همراهہ اهو پيڪٽ ئي ڪونہ موڪليو. هينئر ادي ماهتاب آئي هئي تہ شايد اُن کي بہ توهان لاءِ پئڪٽ ڏنم. ليڪن هوءَ ڪجهہ ڪتاب ۽ رسالا هتي ڇڏي ويئي آهي جو ڪٽڻ ٿيلهن ۾ بئگن ۾ جاءِ ئي ڪانہ بچي هئي ۽ هتن ۾ بہ سامان هونِ.

بحرحال، مان توهان کي پوسٽ رستي سڄي سال جو سيٽ پيو موڪليان، مون هڪ خيالي سفرنامو (سنڌ جو) لکيو آهي. جيڪو ڪونج ۾ ڇپيو آهي. ان ۾ توهانجو بہ ذڪر ٿيل آهي. ڪافي پسند ڪيو ويو آهي.

سڀ دوست مزي ۾ آهن. رقيب پنهنجي رقابت بدستور قائم رکندو پيو اچي. هن دفعي تہ حد ڪري ڇڏيائين جو ماهتاب سان ملڻ ئي نہ آيو. هن تي بہ ناراض هو.

ادا اسين ڪونج جو سلور جوبلي فنڪشن 9 مارچ 1985 تي ڪري رهيا آهيون. پڌو اٿم توهان اچڻ جو پروگرام ٺاهي رهيا آهيو. منهنجي توهان کي دلي نيند آهي تہ ان موقعي تي ضرور اچو. ادي شمس بہ اچي تہ واهہ واهہ! خاص پرچو بہ ڪڍي رهيا آهيون.

هن سال منهنجي ڪلپنا کي ساهت اڪاڊيمي جو ڏهہ هزار انعام مليو آهي. اهو ڪتاب بہ ڪونج جوئي ڇپايل آهي. ليڪن افسوس جيوتي تي جيڪا سنڌ ۾ ڇپي رهي آهي. ڪافي واهہ واهہ ٿي رهي آهي. احوال ڏيندا رهو. جيوت چاولا مزي ۾ آهي گڏبا رهندا آهيون.

هري موٽواڻي

پيارا قرب وارا دوست ياءُ سرڪي صاحب.
اوهان ۽ اوهان جي گهر وارا. سڀ. منهنجا نياز ۽ سلام قبول ڪندا.

هر عيد تي اوهان جو قرب ڀريو عيد ڪارڊ اچي پهچندو آهي. من خوشيءَ ۾ ڀرجي ويندو آهي تہ اوهان اڃان مون کي وساريو ناهي. اسان جون پاڻ ۾ قرب جو ڪڙيون تمام پختيون ٿيل آهن. جتي بہ رهندا هجون. هڪٻئي کي هميشہ ياد ڪنداسون. دلين ۾ چاهي ذهن ۾.

آءٌ هاڻي پوڙهو ٿي ويو آهيان 67 پئي هلي ٿوري گهڻي رنجهہ ڪنجهہ بہ هلندي پئي اچي. پوءِ بہ ادبي ذوق چالو آهي. ڪونج نڪري پيئي ۽ ڪتاب بہ ڇپجن پيا. گذريل سال مون کي ادب جا ٽي انعام مليا. هڪ ڪهاڻين جي ڪتاب 'خوددار' تي. ٻيو 'ابو' ناول تي جيڪو دهليءَ ۾ مدر ٽئريسا هٿان مليو. ۽ ٽيون ساهتيہ اڪيڊمي جو جيڪو "اجهو" ناول تي مليو. جيڪو وڏي ۾ وڏو ايوارڊ آهي. جيڪو اڃان تائين ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ اتم کي بہ نہ مليو آهي. ان سبب اتم جو مون تي ڏمر جاري آهي. ڏوڙيو پيو وسائي. ڇا ڪجي. ويچاري جي حالت ئي خراب ٿي وئي آهي.

گذريل سال پڻ ادي مختيار بيگم شورو هٿان توهان کي ٿوريون مغزنون ۽ ڪتاب موڪليا هئم. هينئر تہ ماڳيهين ڪٿڻ ڪان ڪيهائي پئي. ڪنيائين تہ هن خط سان گڏ بہ ڇار مخزنون توهان کي پهچنديون. ادب ڪان ڪهڙو ڏپ. سوبہ اسان جي سنڌي ادب ڪان؟ ڀارت ۾ ڇيڇنڌڙ سنڌي ادب ۾ اهو جوش ڪٿي آهي جيڪو سنڌ جي سنڌي ادب ۾ آهي! هاڻي تہ سنڌ جي ادب لاءِ بہ سڪي ويا آهيون. ڪتان ڪو موڪلي ڪونہ. ڪو ڪٿي اچي ڪونہ.

توهان هڪ مهرباني ڪريو. مڪتبہ برهان وارن وٽ منهنجا ڪافي پئسا رهيل آهن. هو پاڻ بہ قبول ڪن ٿا. ليڪن ان جي عيوض ڪتاب ڪونہ ٿا موڪلين. ماڻهو بہ ڏاڍو لائق آهي پر پوءِ بہ خبر ناهي ڇو هو ڪتاب موڪلڻ ڪان گوٺ ناٺ پيو ڪري. مون هتي جاچ ڪئي آهي تہ رجسٽر ٽپال ۾ بوڪ پوسٽ ڪتاب پهچن پيا. ٽپال خرچ برابر

ٿورو وڏيڪ آهي. ليڪن اهو واڌو خرچ منهنجي اڪائونٽ ۾ لکي سگهي ٿو.

توهان روبرو شرمسار ڪندا تہ هو موڪلڻ لاءِ تيار ٿي سگهي ٿو. سنڌ ۾ ڪيئي نوان ڪتاب ڇپيا آهن. ڇپجن پيا. هي خبر هلرائجو.

پاپي صاحب لاءِ سلام ۽ ٻارن لاءِ قرب.

اوهان جو

هري سنڌي.

هري موٽواڻي سنڌي کي ساهتيہ اڪاڊمي پاران انعام.

ڀارت جي ٻرک سنڌي اديب ۽ ڪونج ادبي رسالي جي ايڊيٽر جناب هري موٽواڻي "سنڌي" کي هن سال سندس ناول "اجهو" تي ساهتيہ اڪاڊميءَ جو سرڪاري انعام عطا ٿيو آهي. جنهن ۾ هن کي ٢٥ هزار روڪ ۽ هڪ خوبصورت شيلڊ پڻ ڏني وئي آهي. اِهو انعام بئنگلور جي هڪ فنڪشن ۾. ساهتيا اڪاڊمي جي موجوده پريزيڊنٽ جناب آننت مورتيءَ هٿان ڏنو ويو.

ساڳئي سال سندس هڪ ٻئي ناول "ابو" تي دهليءَ ۾ مدرتيريسا هٿان ڏهن هزارن جو انعام ۽ چاندي جي پليٽ ڏني وئي. سندس ڪهاڻين جي ڪتاب "خوددار" پڻ مهاراشٽر راجيہ جي سنڌي اڪاڊميءَ پاران بهترين ڪتاب طور ڏهہ هزار انعام ۽ شيلڊ ڏني ويئي آهي. اهڙيءَ طرح ڪيس هڪ ئي سال ٽي انعام عطا ٿيا آهن.

25/06/82

پيارا دوست نورالدين سرڪي ۽ ادي شمس آداب!

نهايت سست ماڻهو آهيان جو اوهان کي تمام دير سان خط پيو لکان. مٿان وري اوهان قرب ڪري ڪپڙي جي صورت ۾ سوکڙي موڪلي. هيترو قرب ڏيکاريو تہ ان جي پهچ ۾ بہ اکر شڪر ادائيءَ جا لکڻ ۾ بہ دير وڌي اٿم. اميد تہ اوهين ٻئي معاف ڪندا. اءُ واقعي شرمسار آهيان.

اسان جو دوست جئوير سنڌ مان گهمي موٽيو آهي. توري ۾ سڀ حال احوال ڏنو اٿائين. اُتم بابت پڻ ڪيتريون ڳالهيون ٻڌايائين. جيڪي هن اوهان کي ۽ ٻين کي خطن ۾ لکيون آهن. ڏاڍو ڏک ٿيو. هن ماڻهوءَ سچي جمار سنڌي ادب جي خدمت ڪئي ليڪن هينئر جڻ ڇتو ٿي پيو آهي ۽ پنهنجي ساراهه ڪرڻ يا ٻڌڻ لاءِ بانولو ٿي پيو آهي. تنهن سواءِ ٻين لاءِ حرف ڪڍڻ يا ڪڏهن ڪوٽي ڪيرائڻ جڻ سندس ڪرت ٿي پيئي آهي. ڪيرت ٻنيان ته جنسي ڪاهي پيو آهي. مون سان ٻه ورهي نئين سر ڪؤنس ڪرڻ شروع ڪئي اٿس ۽ پوءِ به هو پاڻ کي ڪامريڊ ٿو سڏائي. لاچار مون به توري وٽ ڪئي آهيس. ڪونج جو تازو پرچو اڄ ظاهر ٿيندو. ان ۾ مون مٿس ٻه اکر لکيا آهن. خير اهي ڳالهيون اتي ئي رهيون.

توهين پنهنجي باري ۾ ٻڌايو. ڪيئن آهيو. ادي شمس ڇا پئي لکي. اگر ڪجهه نئون لکي ته ڪونج ڏانهن ضرور موڪلي ته جيئن هتي ماڻهن کي خبر ته پوي ته ادي شمس ڇا ٿي لکي. گهٽ ۾ گهٽ توهان جا مٿس اهڙا بندن ته ڪونهن نه ته هيءَ نه لک اهو نه لک. جيئن اُتم سندريءَ کي چوندو رهندو آهي.

اوهان ته پاڻ وڪالت ۾ مشغول رهندا هوندا. اديءَ کي عرض آهي ته ڪڏهن ڪڏهن چٺي لکندي ڪري. آءٌ ڪوشش ڪري جواب پيو ڏيندس.

جويي، صاحب ۽ اياز کي منهنجا سلام ڏجو. ڪار خدمت لاءِ حاضر آهيان.

هري موٽواڻي.

4 اپريل 1982

ادي شمس ۽ ڀاءُ نورالدين سرڪي.
هري موتواٽي جا آداب قبول ڪندا.
اوهان جا قرب ڀريا خط ۽ هڪ سوکڙي ڪپڙي جي صورت ۾ مليا آهن. سچ اوهان جا اهي قرب ئي آهن جي دل جي پٽيءَ تي اُڪري ويا آهن ۽ ڪڏهن بہ متجڻ وارا نہ آهن.
ادا، زندگيءَ پنهنجون ادائون ڏيکارڻ شروع ڪيون آهن ۽ سڀ کان اول گذريل مارچ مهيني ۾ مون کان منهنجي پياري امڙ ڪسي ورتي اٿائين. اجا ان صدمي کي هفتو بہ نہ گذريو هئو تہ منهنجي شريڪ حيات کي هارٽ اٽيڪ ٿي پيئي ۽ اسپتال داخل ڪرائڻو پيو جتي هوءَ ساندهہ ٽي ڏينهن زندگي ۽ موت سان دوبدو هئي. سڄو ڪٽنب اسپتال ۾ وينو هو ۽ ٻارن جا منهن ملول ٿي ويا هئا. هرڪو پنهنجي نموني ايشور در ٻاڏائي رهيو هو. آخر خدا ٻڌي ۽ هوءَ خطري کان ٻاهر نڪري آئي. هن وقت آءُ اسپتال جي وارڊ ۾ سندس سامهون وينو آهيان ۽ وينو هي خط لکان ٿو. پنهنجي هن نئي تجربي مان چئي سگهان ٿو تہ خدا واقعي مهربان آهي جيڪڏهن ڪير سچيءَ دل سان ڪيس ياد ڪري تہ!
ويجهڙائيءَ ۾ سنڌ مان ڪافي ڪتاب ۽ مخزنون آيون آهن. سچ تہ اهو آهي تہ جيئن سنڌ جو ادب هتي اچي ٿو تيئن اُج بہ وڌندي ٿي وڃي. تازو ادي مهتاب محبوب برسات جا ڪجهہ پرچا موڪليا آهن. شيخ اياز جي نئين شاعري (نظماڻو نثر) پڙهي دل خوش ٿي ويئي. ڪونج جي اينڊڙ پرچي ۾ انهن مان چند شعر ضرور ڇپيندس. توهان پڻ ڪونج جا جهونا - نوان پرچا پڙهي پورا ڪيا هوندا. جيڪڏهن وڪالت مان فرصت ملي هوندو تہ. ٻڌائجو تہ ڪونج جو ادب معيار توهان کي ڪيئن لڳو. مواد تي محنت تہ ڪافي ڪريان پيو ۽ ڪوشش ڪريان پيو تہ جيئن سنڌ ۽ سنڌ جي اديبن کي هڪ هنڌ ڇپي. پاڻ کن جي پياس ٻجهايان. پوءِ پل ٿوري ئي سهي.
مارچ جي 24 تاريخ هڪ فنڪشن ۾ پوپٽي هيرانندااٽي کي پنجن هزارن جي ٻڪوٿري پيٽ ڪيائون. خاص طور سندس آتم ڪٿا تہ سيني

ڪي وٺي آهي. توهان وارو رايو ڪيس پڏايو اٿم. ڏاڏو خوش ٿي. ادين ڪي پيو ڪهڙو اُجورو گهرجي. سندن تخليق پسند پوي ۽ ڪين داد ملي ته اهوئي سندن لاءِ وڏو اُجورو آهي. هڪ عرض جناب شيخ اياز. محمد ابراهيم جويو صاحب ۽ غلام ربانيءَ کي منهنجا سلام پهچائجو.

اوهان جو دوست

هري موٽوائي.

نئين دهلي

6/03/92

مانيور دادا سرڪي صاحب. ننڍا وڏا سدائين خوش هجو شال.

عرض ته توهان صاحبن جو بابا جن جي نالي نئين سال جي واڌاين جو ڪارڊ ڪجهه ڏينهن اڳ پهتل هو ليڪن. منهنجا سائين. ان ڪان گهڻو اڳ بابا جن هن دنيوي سفر کي ختم ڪري چُڪا هئا. بابا صاحب اوچتو ئي اوچتو 28 ڊسمبر 1991 جي پرڀات ويلي. پنهنجا سڀ نت نيم پورا ڪري. سرڳدام پڌاريا ۽ ياترا سک سان ۽ بنا ڪنهن کي به تڪليف ڏيندي پنهنجيءَ هلنديءَ چلنديءَ ويا هلي. سندس ڀڳتي ڀاؤ ۽ پرماتما جي ڀڄن توڙي سڄيءَ خلق لاءِ خير جي ڀاونا ئي سندن ياترا سڦل ڪئي جو ڪوبه دک سور ڪونه ڏنائون. البته اسان اڪيلا ٿي پياسين. ايشور سندن آتما کي شانتي بخشيندو ۽ اسان کي به سندن وڇوڙي کي صبر سان سهڻ جي شڪتي بخشيندو. توهان به آسيس ڪندا ته مهرباني. باقي هلڻو ته اڳي پوءِ سڀني کي اوڏانهن آهي. ڪوئي اڳ ۾ ته ڪوئي پوءِ. هن طرف ڪو ڪم ڪار هجي ته لکندا. سڀني کي گهر ۾ اسان سڀني جي سڪ پرڻمستي چوندا. برادرم جيوترام پنهنجي ڪٽنب سميت موج مزي ۾ آهي. توهان سڀ به اميد ته خوش خورم هوندا. وڏيڪ سڪ •

بنده

هري موٽوائي

## گوبند پنجابي

| | |
|---|---|
| ڄم ڏينهن : | 7 ڊسمبر 1918 |
| ڄم جو هنڌ: | شڪارپور سنڌ |
| ڪم: | واپار |
| ادبي خدمتون: | ڪهاڻيڪار |

ڪتاب:

١) سرد آهون - ڪهاڻيون

٢) سورج مکي - ڪهاڻيون

٣) هوءَ موٽي آئي - ڪهاڻيون

۴) چاندني راتيون - ترجمو

رهائش: ممبئي - ڀارت

3/01/85

پيارا دوست نورالدين صاحب

بيحد شڪرگذار آهيان. اوهان پاران نئين سال جي مبارڪن جو ڪارڊ مليو. گذريل سال پڻ مليو هو. پر اوهان جي ائڊريس مون وٽ ڪانهي. هينئر بہ ائڊريس ڪانہ اٿم. پر ڏڪي تي هي خط موڪلي رهيو آهيان. ان ڪري جو اوهان جي لفافي تي ڊفينس ڪالونيءَ جي پوسٽل مهر لڳل آهي. ان حساب سان هي خط موڪلي رهيو آهيان. شايد اوهان کي ملي يا نہ ملي.

اميد آهي تہ پنهنجي ڪٽنب پريوار سان خوش پورسن آهيو. پاپي صاحب پڻ مزي ۾ هوندي. ۽ بيبيءَ تہ پڙهي پورو ڪيو هوندو. ڪيترا سال ٿي ويا ڪو حال احوال ڪونہ مليو آهي. فقط گذريل سال ۽ هن سال اوهان جو مبارڪن وارو ڪارڊ مليو اٿم. اوهان بيحد مشغول هوندا. ان ڪري بہ خط لکڻ لاءِ وقت جي ڪمي محسوس ڪري سگهجي ٿي. اسانکي اُتان جي ويزا تہ ڪانہ ٿي ملي. پر اوهان تہ سولائيءَ سان حاصل ڪري سگهو ٿا. سو وري هن طرف اچي گهمي وڃو. هينئر موسم بہ سٺي آهي جا فبروري مارچ تائين سٺي رهندي.

انشاالله ڪريون اميد تہ اوهان ضرور ايندا. اتي سڀني دوستن کي گهڻا گهڻا سلام ڏجو. پنهنجي ائڊريس لکو تہ مهرباني.

اوهان جو پنهنجو

گوبند پنجابي

22.۱.۹۱

پيارا دوست نورالدين سرڪي ۽ ادي شمس،

توهان جو پيارو پيارو عيد مبارڪ وارو ڪارڊ حاصل ڪري خوشي ٿي. توهان کي پڻ گهڻيون گهڻيون مبارڪون هجن. دير سان ئي سهي دير پيا درست ٿيا. ادي شمس آءٌ اوهان کي نہ وساريو آهي. سرڪي صاحب کي فون تي مبارڪون ڏنم. جڏهن توهان جي ڌيءَ جي شادي جو ڪارڊ مليو بروقت فون ڦيرايم تہ سرڪي صاحب ڪنيو ۽ ڪيس ڌيءَ جي شاديءَ جون مبارڪون ڏنم. ان وقت اوهان شايد گهر ۾ نہ هيا ۽ اوهان کي ٻڌايائون ڪونہ شايد. 198۹ جو سال مون لاءِ

سياڳو سال هو جو مان سنڌ بلوچستان گهمڻ لاءِ آيس. پر 1990 ۾ مونکي گهڻيون ئي تڪليفون آيون تي دفعا اسپتال داخل ٿيس. جدا جدا ڏينهن ۽ مهينن ۾ پنهي اکين جو آپريشن ٿيو. پر هڪ اک بلڪل بند ٿي وئي جو ان جي ريٽينا ڇڃي پئي آهي. اکين جو آپريشن ڪرائيندي پيشاب بند ٿي ويو. پوءِ ته حالت خراب ٿي وئي. هت وڏي ۾ وڏي اسپتال جا شڪارپور جي مشهور سيٺ هندو نهرائي ان ۾ داخل ٿيس اُتي تمام ماڊرن مشينون آهن. انهن جي ذريعي پروسٽيٽ جو آپريشن ڪيائون. ڏهه ڏينهن اسپتال ۾ هوس ۽ ٽي مهينا گهر ۾ هوس. هاڻي رڳو ساڄي اک ڪم ڪري ٿي. 73 سال ۾ حافظو به گهٽجي ويو آهي. پر اوهان هميشه ياد آهيو. سڄڻن جي سڪ ڪيئن وساربي. فخر سان چوندو آهيان ته تمام گهڻا دوست آهن مون کي سنڌ ۾. هاڻ پڻ مهينن ڪان محمد ابراهيم جويو صاحب هت آهي. سندس جام آجياڻا ٿيا آهن. به دفعا گهر ۾ ڪين گهرائي سندن ماني کئي اٿم.

هينئر 28 مئي تي ڏوهٽي رچنا جي شادي رکيل آهي. شادي جئپور ۾ ٿيندي. رسيپشن هتي ڪنداسين. توهانکي دلي دعوت آهي. ضرور اچو. رچنا منهنجي وڏي ڪڪي اندرا جي ڌيءَ آهي. هوم سائنس ۾ .B.Sc ڪئي اٿائين. منهنجي خيال ۾ رچنا توهان ڏٺي آهي. شادي جو ڪارڊ توهان ڏانهن موڪلينداس.

تنهنجي دادي شانتيءَ جي طبيعت مڙئي ٺيڪ آهي. دوائون، سيون، انسولين جون چالو آهن. آهستي آهستي گهمندي آهي. 70 سالن ۾ ماڻهو جي زندگي جي شام شروع ٿي وڃي ٿي. پوءِ ته ائين ئي هلڻو آهي نه.

پيا سيئي ننڍا وڏا خوش آهن. توهان جون دعائون جو اسان سان آهن. خدا سيني تي مهر ڪري.

اميد ته توهان سيئي پڻ خوش هوندا ۽ جيڪا ڪڪي پرڻائي اٿو اها به خوش هوندي پنهنجي ور گهر سان. اسان جا نياز وارا سلام سيني کي ڏيندا.

توهان جو
گوبند پنجابي

16/10/89

پيارا دوست نورالدين سرڪي.

اميد تہ اوهان پنهنجي ڪٽمب سان خوش پرسن هوندا. مان اوهان جو ۽ خاص ڪري اديءَ جو بيحد شڪرگذار آهيان جڏهن مان اُتي هوس تہ اوهان جيڪي آدرياءُ ڪيا. دعوتون ڪارايون ۽ آخر ۾ سوکڙيون بہ ڏنوَ اهي سڀ قرب هميشہ ياد رهندا.

اوهان جو ڏنل هڪ پارسل ۽ اخبارون جيوت چاولا کي پهچايون اٿم. ۽ ڪيرت کي پڻ اخبارون موڪليون اٿم.

ڪڏهن بہ هن طرف هليا اچو

سيوا ڪرڻ لاءِ حاضر آهيان.

اوهان جو پنهنجو

گوبند

12/04/92

پيارا دوست نورالدين سرڪي سدائين خوش هجو.

توهان جو خوبصورت عيد مبارڪن وارو ڪارڊ حاصل ڪري بيحد خوشي ٿي. ايڏانهن جو خط پٽ ڪو ڪتاب ايندو آهي تہ اهو اکين تي رکي پوءِ چمندو آهيان. پنهنجي مارُوئڙن وٽان جو ڪير ياد ڪري جڻ مان انان وچي ڪهمي آيس.

ادي کي سلام ڏجو ۽ ٻارن کي پيار.

توهان سڀني کي پڻ عيد جون مبارڪون هجن.

توهان جو پنهنجو

گوبند پنجابي

29/03/94

پيارا دوست نورالدين ۽ پيڻ شمس سدائين خوش هجو.

توهان جو موڪليل عيد مبارڪ ڪارڊ مليو. بي حد شڪرگذار آهيان يادگيريءَ لاءِ. اميد تہ توهان ٻئي ۽ گهر ۾ سڀئي خوش مزي ۾ هوندا.

عمر جي لحاظ کان حافظو گهٽجي ويو اٿم. ان ڪري ياد نہ ٿو اچيم تہ پين سان گڏ اوهان کي بہ عيد مبارڪ ڪارڊ موڪليو هو يا نہ. هتان 1 مارچ تي ڪيترائي عيد ڪارڊ موڪليا هيم ڇاڪاڻ تہ عيد 14 مارچ تي هئي. ٻئي ڪنهن وتان تہ موٽ ڪانہ آئي آهي.

مان بہ اوهان کي ياد ڪندو آهيان. گهڻي عرصي کان اوهان بہ هن طرف ڪونہ آيا آهيو. مان جڏهن 89 جي آگسٽ ۾ اُتي آيو هوس تہ اوهان جي محبت ۽ مهمان نوازي نصيب ٿي هيم. اوهان جو گهر ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو هوس.

مان بہ هيئر گهر بدلايو آهي جو سمنڊ ڪناري تي باندرا ۾ آهي. اتان ڪڙڪيءَ مان ئي ڪراچيءَ طرف لهندڙ سورج ڏسندي سڄي سنڌ ياد اچي ويندي آهي. اتان جا سڀ پيارا دوست ياد ڪري پنهنجي ٻڍاپي کي خوش ڪندو آهيان جو 75 پورا ڪري چڪو آهيان.

هن سان گڏ ڪي فوٽو موڪليان ٿو. ان مان اندازو لڳائي سگهندا تہ ڪهڙي حالت ۾ آهيان. تڏهن بہ انتظار رهندو تہ ڪڏهن هن طرف پير ڀري اچو ۽ مونکي بہ خدمت ڪرڻ جو موقعو ڏيو.

ٻيو سڀ خير آهي. خدا اوهان کي ڪٽنب سميت خوش رکي سڀني ٻارن ۽ دوستن کي نماڻا سلام ڏجو.

اوهان جو پنهنجو
گوبند پنجابي

5/01/95

پيارا دوست نورالدين ۽ ادي شمس،

توهان جو خوبصورت ڪارڊ نئين سال جي مبارڪن جو حاصل ڪري بي حد خوشي ٿي. اوهان ياد ڪريو ٿا. اوهان جي وڏي مهرباني آهي. اميد آهي ته توهان ٻئي ۽ سڀ ٻار خوش مزي ۾ هوندا. خدا اوهان کي سدائين خوش رکي. اڳي ڪڏهن سال ٻن ۾ هت ايندا ها. هينئر ڪونه ٿا اچو. عرض آهي ته جڏهن به موقعو مليوَ ته هليا اچو. اوهان کي هت ڏسي ڏاڍي خوشي ٿيندي. پنهنجي وطن جي دوستن سان گڏجي. وطن جي ياد. اصل سنڌ جو درشن ٿي ويندو آهي.

مان ته حقيقت ۾ پوڙهو ٿي ويو آهيان. 76 سال پورا ڪيا اٿم. 7 ڊسمبر تي 77 لڳو آهي. نانو ته گهڻا سال اڳ ٿيو هوس. هينئر پڙنانو ٿي ويو آهيان. جو وڏي ڪڪي اندرا جي ڌيءَ رچنا کي پٽ ڄائو آهي 18 آڪٽوبر 1994 تي. يعني ڏوهٽيءَ کي پٽ ڄائو آهي سندس نالو اَمن رکيو اٿئون. خدا وڏي حياتي ڏيس. هت هت امن امان رهي. مُلڪ ترقي ڪن. ماڻهو آسودا ٿين بس اها ئي دعا گهرندو آهيان.

هڪ وار وري شڪرگذاري ظاهر ٿو ڪريان. اوهان جي مهربانين لاءِ. ادي شمس کي گهڻا سلام ۽ ٻارن کي پيار ڪوڙ سارو.

اوهان جو خادم
گوبند پنجابي

15/01/96

پيارا دوست نورالدين ۽ ادي شمس،

توهان جو نئين سال جو مبارڪن جو ڪارڊ مليو. يادگيري لاءِ شڪرگذار آهيان. اميد ته اوهان پنهنجي ڪٽنب سميت خوش پرسن هوندا. خدا اوهان کي سڀ نعمتون بخشي. سدائين خوش هجو. سڀني کي منهنجا سلام ڏيندا.

مان ڪارڊ نئين سال جي مبارڪن جو ان ڪري نه موڪلي سگهيس جو 11 مئي 1995 تي منهنجي شريمتي شانتي گذاري وئي. 15 منٽن ۾ دل جي دوري سبب صبح جو 7.30 بجي دم ڏنائين. ڊاڪٽر به

نہ پنهنجي سگهيو. هوءَ ۽ مان 60 ورهيہ گڏ رهياسين. 5 جنوري 1935 تي اسان جي شادي ٿي هئي. وڄڻ وقت هن جي عمر 74 سال هئي. هوءَ مون کان چار سال ننڍي هئي. بس يار خدا جي مرضي. شانتي تمام حليم سڀاءَ جي هئي. ننڍي وڏي هر ڪنهن کي پيار ۽ عزت ڏيندي هئي. انسان جي وڃڻ کان پوءِ ان جو قدر ٿئي ٿو. شل اسين جيئرن جو قدر ڪرڻ سکون. انسان ۽ انسان جي وچ ۾ پيرَ پياءَ کي مٽايون.

توهان جو پراڻو دوست
گوبند پنجابي

# آسن چيتانند آتمچندائي - آتم

ڄم ڏينهن : 16 ڊسمبر 1923

ڄم جو هنڌ: حيدرآباد سنڌ

تعليم: ايم- آي

ڪم: شاگرد تنظيم جو ڪارڪن، انگريزن خلاف هلچل جو ڪارڪن

ادبي خدمتون: ماهوار رسالو نئين دنيا جو باني ايڊيٽر، سنڌي ساهتيا منڊل جو بانيڪار، ڪيترن ڪتابن جو مرتب.

ڇپيل ڪتاب:

١) ڪهاڻي

٢) ٽئگور هڪ جهلڪ

٣) پاڪ - روس دوستي

٤) مهاتما ۽ لينن - مضمون

٥) پارت جو دوست لينن - مضمون

٦) بيلا - ترجمو ناول

٧) پيار ۽ واسنا - ترجمو ناول

٨) ڪَشمڪَش

٩) هڪ چوڪري ٢٦ ماڻهو

ميڙتا: ڪيترائي [illegible]مليل.

بمبئي
2/03/1982

پيارا نور ۽ شمس،

شال سدائين خوش خورم هجو. هن کان اڳي غلام علي الانا هتان جو توهان جي ڪالوني ۾ رهندو آهي توهان لاءِ خط ۽ ٽن چئن نسرين جوڻيجو وغيره لاءِ پنهنجو ڪتاب موڪليو هوم. هو 17/02/82 تي ڪراچي ويو. اميد تہ هن توهان کي اهو خط ۽ ڪتاب ڏنا هوندا. پهچ جي عنايت نہ ڪئي اٿو. ان خط ۾ شمس جي ياءُ جي قضئي جي اعزاپرسي بہ ڪئي هئيسين.

هن سال ڪڏ ڪراچي، حيدرآباد جي اديبن لاءِ پنهنجو نئون پرچو نئين دنيا جو موڪليان ٿو. ڪين اهو موڪلڻ جو قرب ڪجو. توهان لاءِ بہ هڪ ڪاپي اٿوَ.

10 مارچ تي ساڍي پنجين بجي هتان دهلي کان سنڌي ريڊيو سروس تان منهنجو سنڌي اديبن جي مضمون نگاري جي تقرير آهي، جي سهوليت ٿيوَ تہ ٻڌجو. جنهن ۾ دوستن جو خاص ذڪر هوندو. نور ڪتابن موڪلڻ لاءِ پڇيو هو. سوئي ادا جيڪي توکي آساني، ويچارن ۽ ڪم لاءِ ڪمائتا لڳن سي ضرور موڪلج. خاص ڪري 'سيڻ مٽائين سون تي' قربان علي بگٽي جو (سکر ۾ ڇپيل) غلام مصطفيٰ طرفان تنوير عباسي جو شاھ تي ڇپايل ڪتاب ۽ مهراڻ جا سال 81 جا پهريان 2 پرچا ۽ قليچ بيگ جا ناٽڪ. سنڌي ڪتابن جي ببليو گرافي (الانا) يادگيريون (قيلچ بيگ) سنڌي غزل جو تجزيو (راز) وغيره.

ٻڌو اٿم تہ هتي لال پشپ چوندو ٿو وتي تہ سرڪيءَ ڪيس خاص خط ۽ ڪتاب موڪليا آهن. سو سچ آهي ڇا؟ منهنجي تازي شماري ۾ سيني بابت سمالوچنا ڪالم پڙهج. وڌيڪ سک. پهچ يڪدم ڏج. سنڌري ٻاهر ويل آهي نہ تہ ضرور چٺي لکي ها ۽ شمس لاءِ ڏاڍو پڇندي آهي. ڪيس سنڌريءَ جا پيار. سيني سنڌ وارن لاءِ سلام.

توهان جو
اُتم

بمبئي
7/04/1982

پيارا نور،

ديوڪشن هتان برسات جا سڪٿا پ پرچا (جن ۾ ٻہ ٻئي هڪ ڪي ياڳي يائيوار ٻٽايو هوءِ) پهتا. وڏي مهرباني. ڏک اٿم جو توکي منهنجي موڪليل چٺيءَ جو جواب ڏيڻ جي ضرورت بہ محسوس نہ ٿي. خاص ڪري توهان جي ڪالوني ۾ رهندڙ غلام علي الانا سان موڪليل چٺي (جن ۾ شمس سان ڪيل اسان جي اعزاپرسيءَ جي بہ هڪ چٺي هئي) ۽ ڪتاب جي پهچ ڏيڻ بہ نہ پڳئي. جڏهن ان لاءِ ڏوراپو بہ ديوڪرشن هتان موڪليل چٺيءَ ۾ ڏنوهومانءِ. مهرباني ڪري الانا هتان موڪليل چٺي ۽ ڪتابن جي پهچ ضرور ڏج جيئن خاطري ٿئي تہ اهي چيزون واسطيدار شخص کي پهتيون يا نہ. جهڙيءَ طرح ديو ڪشن هتان موڪليل ڪتابن جو بہ انتظار اٿم. ديوڪشن جهڙي هٿيڪي ماڻهوءَ هتان بہ منهنجا لکيل ڪتاب وٽي تو نہ موڪليا. جيڪي تو موڪلڻ لاءِ هتي بہ خاطري ڏني هئي تہ اتي پهچڻ بعد موڪليندس. جيتوڻيڪ تنهنجي ۽ منهنجي نظريي جي مخالف ۽ مڪار ۽ "بدمعاش آلوچڪ" ڪي ڪجهہ ڪتاب تو موڪليا آهن. شايد هن سان نئين نينهن جو اهو نتيجو آهي.

برسات جي پرچي سان گڏ شمس جي سندريءَ ڏانهن لکيل چٺيءَ ۾ سندس هن شڪايت بہ ڏاڍو ڏکويو تہ "مهمانن ڏانهن پہ قدم پري در تي نہ وڃي ملجي ۽ نہ وري پہ اڪر لکي ڪنهن جي ڏک سک ۾ شريڪ ٿجي." ادل، اندر ۾ جهاتي پائي ڏسجو تہ هتي توهان مهمانن جي جيڪا خاطرداري اسانِ ڪئيءَ توهان کي پنهنجي وس، وقت ۽ وٽ آهر سات ڏنو، سو هتي جي ٻئي ڪهڙي ليڪ يا دوست ڏنو؟ شڪايت تہ اسان کي توهان لاءِ آهي توهان پہ ٽي دفعا فون تي گڏجڻ جو وقت ڏيئي بہ فون نہ ڪندا هئا ۽ پنهنجي ڪن گڏجاڻين بابت ٻڌائڻ ڪان بہ نٽائيندا هئا. اسان تہ توهان کي پهرئين ئي ڏينهن پاڻ وٽ رهڻ لاءِ چيو پر نہ مڃيو.

شمس کي نئين دنيا جي پرچي يعني پروفيسر ملڪاڻيءَ جي لکيل ڪتاب ۾ پارٽ ۾ سنڌي ساهت جي سمالوچنا ۾ "نئين دنيا جي حمد و ثنا" نظر آئي آهي. ايڏي اُپ جيڏي الزام جو هڪ مثال ته لکي ها؟ هن لکيو آهي ته اسان کي "فراخ دل هئڻ کپي" پر ڪنهن سان؟ اُهو لکيو ڪونه اٿس. جو ته جڏهن هتي مون شمس کان نئين دنيا جي سنڌ جي ١٣ ليکڪائن واري ڪهاڻين جي ڪتاب "ڪونجون تيون ڪٽڪن" جي ليکڪائن بابت راءِ پڇي هئي تڏهن فراخ دلي سان ڪنهن هڪ به ليکڪا جي به قدرشناسي نه ڪئي هئائين جو؟ اسين ته پاڻ چورن ۽ نڱن. ڀهروپين ۽ مڪارن. ڪوڙن ۽ ڪائرن. بدمعاشن ۽ بدڪارن. موقعي پرستن ۽ مورکن سان فراخدلي نه ڏيکاريندا آهيون. هي شمس جي خطن جي ٻن سوالن جو جواب آهي جيڪو هن سندريءَ کان طلبڻ چاهيو هو. پر هن بدران مون ڏنو اٿس. جيئن توهان بدران شمس خط لکيو هو. وڌيڪ ڇا لکان.

اسان ٻنهي جا توهان ٻنهي لاءِ سلام.

توهان جو
آتم

بمبئي
6/06/82

پيارا سرڪي.

شال بيگم سميت باغ بهار هجين. وري به شڪر جو جئوير هتان منهنجي خطن جي جوابن جو سنيتارو تيو. مهرباني ڪري الانا جيڪو تنهنجي ڪالوني ۾ ئي رهيٺو انڪان منهنجي توتل ڪتابن ۾ چنين لاءِ پڇيس ته سهين ته هتي ڦٽو ڪري ويو يا ڦاڙي ساڙي ڇڏيائين. ضرور پڇجوس ۽ جواب جي عنايت ڪج. هي خط پوسٽ رستي اِتان پوسٽ تيل ملندءِ.

لعل پشپ لاءِ ان ڪري لکيم جو هتي هو ڪلپنا وغيره کي چوندو وتي ته کيس سرڪيءَ ڪتاب موڪليا آهن. پر تون چوين ٿو ته ڪتاب ته ڇا پر خط به نه موڪليو اٿئسين. پر مان توتي ۽ نه لعل پشپ تي وشواس ڪندس. لعل پشپ ڪهڙو ادب لکندو آهي انجو تازو

ڇپيل سندس ناول ’آسمان تائين ديوار‘ وني تو موڪليان ۽ جنهن ڪارڻ توڪي منهنجي نئين دنيا لاءِ شڪايت ڪئي اٿس. اها ڳالهه لعل پشپ طرفان پنهنجي ’پرهه ڦٽي‘ ناول جهڙن ڪتابن ۾ لکيل رمارڪن ڪري ئي پيدا ٿئي ٿي. لعل پشپ پاڻ ڪي بدمعاش پئي سڏيو آهي. پشپ جو ناول ’ممتاز جو شان‘ موڪليان ٿو. ان ڪان نه گهرائج.

تون مونکي پين ليکڪن بابت رمارڪس جي نتيجي لاءِ آگاهه تو ڪرين. اها تنهنجي مهرباني پر تون خود به ان جو شڪار آهين. جڏهن تو اياز قادريءَ لاءِ چيو هو ته هو جماعت اسلامي جو پالتو آهي ۽ پين ڪن ليکڪن لاءِ به غير دوستاڻه رمارڪس ڇپيا هئا. فرق اهو آهي جو مان صاف گو آهيان ۽ لکيت ۾ به لکان ٿو. تنهنجي بيگم ڪي اِتان جي سپني ليکڪن لاءِ سنو رايو نه هو جڏهن خاص ڪري ماهتاب جي ڳالهه نڪتي هئي تڏهن ان ۽ نورالهديٰ ۽ پين بابت به اهڙا رمارڪس ڏنائين ۽ ڪلپنا جي تازي ناول بابت سخت رايو ڏنائين.

ادل. نئين دنيا ۾ سندري ۽ اُتم نه ڇپجندا آهن. مهرباني ڪري چڱيءَ طرح پڙهي ڏس. جن شخصن سنڌي ساهت. هلچل وغيره ڪي هاجو رسايو آهي هتي انهن جي ڪجهه ته اوڳڙ ڪرڻ ئي ڪپي نه ته ڪيئن سڌرندا؟

يار. هاڻي ته منهنجي اڪيان دشمن به دوست ٿي پيا آهن ۽ مون سان ڪيل بي انصافي جو پڇتاءُ شخصي طرح به ڪيو اٿن. وڌيڪ ته سک. شمس لاءِ اسان پنهي جا سلام. مونکي ڏک جو سندس سخت بي انصافي واري لکيل خط جو مون به سخت نموني جواب ڏنو هو. وڌيڪ جواب بعد.

تنهنجو اُتم.

پيارا رفيق!

تنهنجي 12/2 جي خط جي جواب ۾ مون تمام مختصر خط تڪڙ ۾ لکيو هو ۽ توسان وعدو ڪيو هوم تہ جلد ئي توکي تفصيل سان لکندس پر تڏهن بہ ڪجھ ڏينهن زندگيءَ جي گهما گهميءَ ۾ گذري ويا. ان کان پوءِ عيد جي موقعي تي هڪ عيد ڪارڊ بہ موڪليو هوم. ان جو جواب بہ تو ڪونہ ڏنو شايد منهنجي مفصل خط جي انتظار ۾ هوندين. خير.

تون بہ تہ شاديءَ بعد اسان سيني دوستن کان وڃڙي الاجي ڪيڏانهن هليو وئين جو چراغ کڻي ڳولهيندي بہ توکي لهي نہ سگهياسين. آخر ائين سمجهي تہ تون هني مون ملهائڻ ڪنهن ڏورانهين ڏيهہ هليو ويو آهين. ماٺ ڪٽي ڪئي سين. جيتوڻيڪ ڏک گهڻو ئي ٿيو.

پوئين ڀيري مان جڏهن ڪراچي آيو هوس تڏهن تنهنجي پڇا ڪرڻ بعد بہ توسان ملي نہ سگهيس. هندوستان ايندي وقت حيدرآباد مان ئي لنگهيو هوس پر مارن ۽ ملهير کان سدائين لاءِ وڇڙندي دل ايترو تہ ملول هئي جو ڪنهن سان بہ موڪلائڻ يا ملڻ جي همت نہ ڪري سگهيس. جيتوڻيڪ ڏيپلائيءَ سان ملڻ جي تمام گهڻي اُڪير هئي. جويو صاحب ۽ رباني صاحب شايد ڪراچيءَ ۾ ئي هئا.

هيڏانهن اچڻ بعد پهريان ڇهہ مهينا ڪن پنهنجي عزيز جي ڪم سان رهيل هوس. اُن وقت سڄي هندوستان جي ادبي هلچل چڻ چوٽ چڙهيل هئي. جلد ئي بمبئي ۾ بہ سنڌي ساهت سميلن گڏ ٿيو ۽ مرڪزي سنستا برپاٿي!اخبارون رسالا بہ جام ٿي نڪتا. پوءِ ملڪ جي حالتن ۾ تبديلي اچڻ سان اسان جي ادبي هلچل ۾ بہ ڄڻ هڪ قسم جو طوفان آيو.

تنگ دل ۽ ننڍڙي دماغ وارا پاڻ جهلي نہ سگهيا ۽ پنهنجي شخصي اختلافن ۽ ذاتي مقصدن جي بدلي وٺڻ جو سونهري موقعو سمجهي کلي طرح ظاهر ٿي بيٺا ۽ ساهت جي صاف شفاف پاڻيءَ ۾ ڪني مڇي ٻڌجي اهڙي بدبو پيدا ڪري ڇڏيائون جو ڪيترا سندن ساٿي بہ ڏندين آڱريون ڏيڻ لڳا. بمبئي جي هفتي وار ادبي ميڙن ۾ اها ميس نہ

رهي ۽ هيڏانهن انهن دوستن جي مهربانيءَ سان ساليانِي ڪانفرنس ٻه ملاڪڙي جو روپ وٺڻ لڳي. تان جو گذريل سال جو ميڙ ئي معطل ٿي ويو. بمبئي ساهت ۽ ادب جو مرڪز هينئر ويڳاڻي ۾ پئي لڳي . شاباس هجي وري ٻه ڪيرت ۽ اتم ڪي. هيترين مشڪلاتن هوندي ٻه ساهت جو جهنڊو بلند ڪيو اچن ٿا. 'نئين دنيا' سان گڏ هينئر سنڌو ڏارا ٻه پنهنجي پيرن تي بيهڻ جهڙي ٿي آهي. تو وٽ 'سنڌو ڏارا' ڪانه ايندي هوندي شايد. لکج ته جاري ڪرائيندس.

هتِ اندور ۾ صوبي جو شانتي نڪيتن جو سنگتي ڪرشن ڪتواڻي اڪيلو ئي اديب آهي وچ ۾ خاموش ٿي ويو هو پر ٽن سالن کان وري ميدان ۾ آيو آهي ۽ خوب آيو آهي. ڪافي چڱيون ڪهاڻيون لکيون اٿس. ۽ ٻه ناول پڻ. سندس تازو ناول "منهنجي منڙي سنڌ" شايد تو ڪونه پڙهيو هوندو ان جون ٻه ڪاپيون رجسٽري ڪري موڪليان ٿو. ان مان هڪ ڪاپي مهراڻ کي پهچائج ۽ ٻي پاڻ پڙهي ۽ پنهنجي دوستن کي ٻه پڙهائج ۽ چئجان ته پنهنجو رايو پاڪستان ۽ هندوستان جي اخبارن ۾ ضرور ڏين. شمشير حيدريءَ کي مهراڻ ۾ تبصري لاءِ لکي ڇڏج جوجڳت آڏواڻي ڪاپي ڪونه موڪلي اٿن.

مان اڍائي سالن کان اهڙي بزنس ۾ ڦاٿو آهيان جو ڪتي ٻلي کان قابو ٿي ويو آهيان. ڪافي محنت بعد ٻه اجان پير ڪوڙي نه سگهيو آهيان. تون ضرور گهمڻ اچ. اسان جو يار اچڪالهه ڪٿي آهي؟ ٻيا سيئي دوست مزي ۾ هوندا. انور جڏهن جيڪب آباد ۾ آر. ايم. او هو تڏهن خط لکيو هيومانس پر جواب ڪونه ڏنائين. ملئي ته منهنجا سلام ضرور ڏجانس. ڪيس ٻه هيڏانهن وٺي اچ. اياز جو 'پوئر پري آڪاس' موڪلي سگهين ته هڪ ڪاپي ضرور موڪلج. ٻيو ڪو سٺو ڪتاب. توکي جيڪي ڪتاب کپن بي حجاب لکج.

پاپي صاحب لاءِ سلام. ٻارن وارو ٿيو هجين ته انهن کي پيار.

امر ۽ پيٽ شڪارپور هونديون. وڏيڪ ٻئي دفعي.

ساڳيوئي
درٻاري لال آجواڻي

14/09/78

پيارا رفيق!

هند ۾ رهندڙ سيني سنڌين جا سلام!

مون هت 8/9 تي پهچڻ شرط تنهنجي پڇا ڪئي هئي. نارائڻ (وڪيل) وٽ تنهنجي ائڊريس هئي پر هو ٻاهر هليو ويو- اڄ ڊاڪٽر ڪشن جي فرزند ڪمار تنهنجي باري ۾ احوال ڏنو.

هن ڏرتيءَ تي پير رکندي ئي ڪرشن راهيءَ جي "ڏيهي پرڏيهي" جي سري هيٺ لکيل ڪافيءَ جي آخرين ٽُڪ: "ماٺهون ائين چوندا سنڌي آيا سنڌ ڏسڻ" ياد اچڻ سان هيانءَ ڦاٿڻ لڳو. اهو پرڏيهي پڻي جو احساس ٻاڇي جيان ڪڏ پيو ڳهمي.

سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي حيرت انگيز ترقي ڪي سياستدانن جي حرڪتن ڪيترو مفيد بڻائي ڇڏيو آهي جو اسين لنڊن ۽ آمريڪا ۾ رهندڙن سان به ڊائيل ڪهمائي ڳالهائي سگهون ٿا پر سڏ پنڌ تي لڇندڙ. پنهنجن پرين ڪي جيڪڏهن خط لکون ٿا ته اهو پندرهن ڏينهن ڪان اڳ نه ٿو پهچي.

ائين برابر آهي ته زمان، مڪان ۽ فاصلي جي اوچين ديوارن جي باوجود اسان جي دلين ۾ جڙيل بي تار مواصلات جي ڳنڍ ٽٽڻ ناممڪن آهي پر اها هڪ دل ڏاريندڙ حقيقت آهي ته اهو سڀ ڪجهه اسان جي جنريشن تائين محدود رهندو. ان ڪان پوءِ سڀ ڪجهه ختم ٿي ويندو.

ادب ۽ سَپَڪ ڏيوٺ جي اپاو ۾ ٻنهي هنڌ رهندڙ سنڌين جو باهمي رشتو هميشه هميشه لاءِ ختم ٿي ويندو.

توهان وٽ پنهنجي پوڪي آهي. توهين پنهنجي ٻولي ۽ تهذيب جا مالڪ آهيو پر اسان ٽيهن سالن جي ٿورڙي عرصي جي جلاوطني ۾ پنهنجو سڀ ڪجهه وڃائي ويٺا آهيون. ورثي ۾ مليل شاندار تهذيب ۽ مايه ناز ٻولي بس پنهنجا پويان پساهه ڳڻي رهي آهي. اسان جي پيڙهيءَ ڪان پوءِ سنڌ ورقي نالو شايد رهجي ويندو پيو مڙئي خير.

مونکي ويزا فقط جيڪب آباد جي ملي آهي ٻين هنڌن جي ويزا حاصل ڪرڻ لاءِ پاسپورٽ اسلام آباد موڪليو آهي. جيئن ئي ملي

توهان دوستن جو ديدار ڪرڻ لاءِ ڏڪندو ايندس. اِتي ٻيا ڪهڙا همراهہ آهن؟

تنهنجي لاءِ ڪجهہ ڪتاب ڪٺي آيو آهيان. روبرو ملڻ تي ڏيندس. تنهنجي پريڪٽس ڪيئن آهي. گهٽا ٻار اٿئي؟ ٻارڙن لاءِ سلام.

تنهنجو

درٻاري لال آجواڻي.

7/11/78

پيارا دوست!

توکي منهنجي واپس وڃڻ تي ضرور تعجب ٿيو هوندو. توسان وري نہ گڏجڻ ۽ ٻين دوستن سان نہ ملي سگهجڻ جو ڪيترو افسوس ڪريان؟

توکي شايد ڄاڻ هوندي اسان جي فئملي کان سواءِ ٻيا مڙيئي رشتيدار هت پاڪستان ۾ ئي رهن ٿا.

اڳ ۾ گهڻا اسان جي ڳوٺ لهڙيءَ (قلات اسٽيٽ) ۾ رهندا هئا. هينئر جدا جدا شهرن ۾ پکڙجي ويا آهن. ويهن سالن کان پوءِ آيا آهيون تہ سڀني سان گڏجڻ ضروري ٿي پيو آهي. منهنجو ڪراچي رهڻ جو پروگرام هو پر اوچتو ئي منهنجي مامي جي وڏي پٽ جي موٽر سائيڪل جي ايڪسيڊنٽ ٿيڻ جي خبر ملي مان اتان هليو آيس. سکر ۾ هڪ سوٽ جي حالت بہ سيريئس ٿي پئي هئي. اُتي عثمانيءَ جي ڌيءَ جي شاديءَ تي سڀئي دوست گڏيا هئا. سوڀو بہ آيو هو. تنوير بہ اچڻو هو الائي ڇو ڪونہ آيو. انهيءَ سان گڏجڻ وري ويندس. اتي محترم جوڻي ۽ ٻين ساٿين سان بہ گڏجي نہ سگهيس. اديءَ کان بہ معافي گهرانئو. اسين 20/11/78 تائين هت رهنداسين. دل ۾ نہ ڪج. زندگي آهي تہ وري انشاءَ الله ٻئي سال بہ ملنداسين.

اديءَ لاءِ سلام ۽ ٻارن کي پيار.

درٻاري لال آجواڻي.

پيارا رفيق سرڪي ۽ ادي شمس!

نئين سال جون توهان ۽ توهان جي پارن لاءِ مبارڪون.

اُميد تہ توهين سڀئي موج مزي ۾ هوندا. اوهان جو قربائتو خط پڙهي بي حد خوشي ٿي. شل نئون سال اوهان جي خاندان لاءِ بيشمار خوشيون کڻي اچي ۽ هندو پاڪ لاءِ دوستي جو پيغام.

تازو سنہے پال جو وڏو نينگر ڌرمپال ٿي ويو.اوهان جو حال احوال بہ ڏنائين شيخ اياز جا بہ ٽي تازا ڪتاب بہ کڻي آيو هو. انهيءَ کان اڳ هري موٽواڻي کان سمورا ڪتاب گهرايا هئاسين.

ڪرشن ٽنواڻي ۽ ڪامريڊ گهنشام راجاڻي جا سلام. ڊاڪٽر ۽ سندس پريوار مزي ۾ آهن. سندن پاران سلام.

تازو منهنجي چوٿين پٽ راجيش جي مڱڻي تي اشوڪ وغيره سڀئي آيا هئا. سندن پار بہ خوش آهن. راجوءَ جي شادي ايندڙ ڏياريءَ جي موقعي تي ٿيندي. اوهان ٻنهي کي اڪواٽ نينڊ آهي. هن ڀيري اڪي جيئان سڏو اسان وٽ اچي لهندا پوءِ ٻئي هنڌ ويندا. اسان جي پريوار جي هن آخرين شاديءَ ۾ شريڪ ٿي اسان کي خوشيون بخشيندا. وري جيءَ جيئندن جا ميلا.

اسان ٻنهي جو في الحال ايڏانهن اچڻ جو ڪوبہ پروگرام ڪونهي. اوهان جا ڪڪا ۽ ڪڪيون سڀئي موج ۾ هوندا. اسان جا سڀني لاءِ پيار. دوستن لاءِ سلام.

ساڳيوئي

درٻاري لال آجواڻي.

1/12/82

پيارا رفيق!

تنهنجو قربائتو خط مليو پڙهي خوشي ٿي. توهان ٻنهي جي هندستان اچڻ جي خبر هري موٽواڻي جي ”ڪونج“ مان ملي هئي پر رسالي جو اهو انڪ مونکي چار پنج مهينا پوءِ مليو هو. هو اڄڪلهہ بہ چار ايشو گڏ ڪري موڪليندو آهي.

هري موٽواڻي کي اسان جي دوڪان جي خبر هئي. ٽيليفون ڊائريڪٽري ۾ اسان جي فون جو نمبر به توکي ملي وڃي ها. سندري، اتم. ڪيرت سيني کي چاڻ آهي. جيتوڻيڪ ساٽن گڏئي به سال کن ٿي ويا آهن. مان بمبئي ۽ دهلي آفيسن ۾ گڏريل پن سالن ۾ به ٿي پيرا وڃي سگهيو آهيان. جو گهر جي جڳهه نهرائڻ سبب اندور ڇڏي نٿي سگهيس. سُک. توهين هئي ڊسمبر ۾ وري اچي رهيا آهيو اهو ڄاڻي تمام گهڻي خوشي ٿي آهي.

ويزا ملڻ ۾ جيڪڏهن ڪا رنڊڪ پئي ته هن سان گڏ پنهنجي دوست جي ياڻيتي جي شادي جو دعوتنامو ۽ سندس طرفان خط به لکي موڪليان ٿو. انهيءَ سان توکي ويزا ملڻ ۾ سهولت ٿيندي. دعوت نامون ۽ خط ڪٽي هندوستاني سفارتخاني ۾ ويزا آفيسر سان پهريائين ملڻ سان ڪم ٿي ويندءِ.

اچڻ جي ائڊريس ڪنگراڻي(سريچند ڪنگراڻي) جي ئي ڏج. باقي بمبئي ۽ دهلي جي اسان جي ڏئي سگهين ٿو. دهلي ۾ منهنجو وڏو ڇوڪر رهندو آهي. نالو اشوڪ اٿس. سندس گهر جي ائڊريس آهي.

315, Maliks Building
Derewal Nagar,
New Delhi

اسان جي ڀوپال ۾ به برانچ آهي. اتي منهن جو ڀاءُ ماڌو آجواڻي رهندوآهي ڀوپال جي ويزا وٺڻ لاءِ سندس ائڊريس هيٺين ريت آهي.

Madhau Ajwani,
4, Raendra Singh Building

گهرن جون ائڊريسون نه لکرائين ته فرم جي ائڊريس به سيني شهرن جي ڏيئي سگهو ٿا. بمبئي ۽ اندور لاءِ منهنجو نالو. دهلي اشوڪ ۽ ڀوپال ماڌو آجواڻي لکج.

جيڪڏهن انهيءَ دعوت نامي سان ڪم نه ٿئي ته پنهنجي ڪنهن مسلم دوست جي خاندان ۾ ٿيندڙ شاديءَ جو دعوت نامو ۽ خط به موڪلي سگهندس.

پنهنجي رفيق زندگيءَ لاءِ منهنجا گهڻي ڪان گهڻا سلام ۽ ٻارن لاءِ پيار.

تنهنجو ئي
درٻاري لال آجواڻي

30/04/1987

پيارا سرڪي ۽ ادي شمس،

امید تہ اوهين ٻارڙن سميت خيريت سان هوندا. اڳئين ڀيري توهين آيا بہ پر ملاقات ٿي نہ سگهي. مونکي تہ ضروري ڪم هيو نہ تہ دهلي اچي توهان سان ضرور ملان ها.

هن ڀيري هري موتواڻي جڏهن سنڌ آيو هو تہ گهڻائي تازه ڪتاب ڪٺي آيو هو. ڪتواڻي ۽ مون ڪائونس بہ سيٽ خريد ڪيا هئا. گڏريل ساڻ ڪن ۾ جيڪي نوان ڪتاب نڪتا هجن اهي موڪلي سگهو تہ مهرباني.

ڊاڪٽر منوهر لال جو والد ايڊانهن ڪراچي اچي ٿو. سندس وڏو ڪڪو ڊاڪٽر نندلال توهان کي فون ڪندو. توهين ساڻس اچي ملندا. ڪراڙو ماڻهو آهي توهان جي لاءِ ڪابہ سوکڙي ڪڻ کان ڪيبائي ٿو.

توهين گڏريل ڀيري جيڪي پيسا بمبئي ۽ دهلي مان وني ويا هئا اهي جيڪڏهن سهوليت هجيو تہ ڊاڪٽر ..... داس کي ڏيئي ڇڏيندا ٻي حالت ۾ ڪنيها لال ڪابا کي بہ ڏيندا تہ هو منهنجي ڦقڙ گهنشام داس گوڪل داس کي پهچائيندو مونکي جيڪب آباد ۾ ڪين ڏيڻا آهن.

اسان سڀني طرفان سڪ ڀريا سلام. ٻارن لاءِ پيار. زندگي آهي تہ وري ملنداسين نہ تہ خير. سڀني همراهن لاءِ سلام.

ساڳيو ئي
دربارِي لال آبنواڻي

29/09/89

پيارا سرڪي.

تنهنجو 18/9/89 جو خط مونکي ٽي چار ڏينهن اڳ ۾ مليو مان بمبئي ويل هوس. تنهنجي يادگيري لاءِ مهرباني.

بہ مهينا اڳ ۾ ڀوپال ۾ اسڪوٽر جي ايڪسيڊنٽ ۾ ساڄي ٻانهن جي ڪُلهي واري هڏي ساڪيٽ مان نڪري ويئي جا بروقت ڊاڪٽر ويهاري ڇڏي. 15-20 ڏينهن ٻانهن ٻڌل هئي پوءِ ٺيڪ ٿي ويئي.

توکي اها خبر ڪنهن ڏني.

هلندڙ سال ۾ گوپال پروانو هت آيل هو. تازو چام ساقيءَ کي به دهليءَ مان اندور گهرايوسين. ساڻس ملڻ جي سِڪ يارن کي اڪير هئي.

تنهنجا موڪليل ڪتاب به مليا هئا پر مونکي ته ڏرمپال ڊاڪٽر وٽان مليا. ڏرمپال اسان جي قرسيءِ پال پرياڻيءَ جو نينگر ٿئي. هاڻي شايد ڪراچي ۾ اچي رهيو آهي.

ٻڌو اٿم ته ڪرشن راهي ايڏانهن آيل آهي. ساڻس ملاقات ٿي هوندي. ڪرشن ڪتواڻي. گوبند مالهي، ۽ ڪيرت وارا به شايد ايڏانهن ايندا. ڪيرت کي ويزا نه ملي آهي.

ادي شمس ۽ تنهنجا ٻار مزي ۾ هوندا.

تنهنجو استاد فاني صاحب به تازو ڀوپال ۾ گڏيو هو خيريت سان آهي. ڊاڪٽر منوهر لال. ڪتواڻي. ڪرشن. سرور وغيره کي تنهنجا سلام پهچايم.

اسان جو دلبر يار گهنشام راجاڻي گذريل سال موڪلائي ويو. پوين سالن ۾ اسان جي فرم ۾ مونسان گڏ هو. سوپي ڏانهن گوپال سان به ٿي ڪتاب موڪليا هئم. ڪتواڻي به ڏنا هئس، ملي ته ڳالهه ڪجانس.

هاڻي مڙيئي دريون کليون آهن. محترم جوئي. تنوير ۽ ٻين دوستن کي وني اچي اسان کي ديدار ڪرايو ته الاجي اها انڌي منڊي جمهوريت ڪيستائين هلي. انهيءَ جو فائدو وٺجي ته چڱو آهي. ڪير اچي وڃي ته اياز جا تازا ڪتاب موڪلج. هت ته بالڪل ماٺ ٿي ويئي آهي.

تنهنجو ئي
درياري لال آجواڻي

9/01/91

پيارا سرڪي ۽ ادي شمس!

اُميد تہ توهين سڀئي خوش بهار هوندا. نئين سال جون توهان کي مبارڪون.

مان 29/12/90 تي ڀوپال ويل هوس. اُتي بہ آفيس آهي ۽ پيو نمبر نينگر سنتوش ڪمار اتي رهي ٿو. ڪيس نياٽي چائي هئي. ڪالهہ جيئين ئي اندور موٽيس تہ نياٽي شهلا جي شاديءَ جو نينڊ پتر مليو پڙهي بيحد خوشي ٿي. توهان سڀني کي مبارڪون هجن. شل نئون جوڙو پنهنجي ازدواجي زندگي جا سڀئي سک ماڻي ۽ ڏکن جو پاڇو ئي مٿن نہ پوي.

دعوت نامو تہ لڳ ڀڳ ساڳئي ڏينهن 7/01/91 تي مليو اڳ ۾ ملي ها تہ مبارڪن جي تار موڪليان ها. دعوت نامي تي ائڊريس وغيره ڪانہ هئي. جنهن سبب بروقت خط نہ لکي سگهيس. توهان جو ڏنل وزٽنگ ڪارڊ سانڀيو رکيو هوم جنهن تي اوهان جي دولت خاني جي ائڊريس لکيل آهي. آفيس بہ ساڳي هوندي.

گهڻو اڳ توهان جي لاءِ گلزار جي غالب ٽي. وي سيريل جي غزلن جون بہ ڪيسٽ ڪنهن دوست جي هٿ موڪليون هيم. الاجي توهان کي مليون يا نہ.

اسين سڀ مزي ۾ آهيون. مان گهڻو ڪري هينئر فري ئي آهيان. ٻارئي نينگر پنهنجن پنهنجن آفيسن ۾ سيٽ ٿي ويا آهن. سڀني کي ٻچڙن بہ نهرائي ڏنيون آهن.

دوست سڀئي نيڪ آهن. ڪرشن ڪتواٽي تہ ايڏانهن آيو هو ملاقات ٿي هوندي. ويجهڙائي ۾ اتي ڪراچي ۾ رهندڙ مترو. گوپال پروانو. ڏرمپال (سنڌپال جو نينگر) ۽ ڪمار (ڊاڪٽر ڪشن جو پٽ) سڀئي هت سيٽل ٿيڻ لاءِ آيا آهن.

وڏيڪ سک. سڀني دوستن لاءِ قرب ۽ سلام

ساڳيوئي

درٻاري لال آجواٽي

8/01/2000

پيارا سرڪي ۽ پيڻ شمس،

اميد تہ توهان پنهنجي پريوار سميت خوش راضي هوندا. نئين سال جون توهان کي مبارڪون هجن. توهان جو نئين سال جو گريٽنگ ڪارڊ هر سال ملندو آهي اڄ جنوري جي اٺين تاريخ آهي پر اڃان سوڌو ڪونہ مليو آهي دل ڪان لاهي ڇڏيو ڇا؟

- مونسان 1999 جي سال ۾ ٽريجڊي ٿي آهي. صبح جو گهمڻ مهل ڇاتيءَ ۾ ٿورو بوجهو محسوس ٿيندو هو. دهليءَ ۾ انجوگرافي ڪرايم تہ پتو پيو تہ ٻن وهيلس ۾ چوڪنگ آهي سو ڊاڪٽر جي صلاح موجب اڳو پوءِ انجوپلاسٽي ڪرايم. جيڪا اڄڪالهہ عام آهي. 25-20 منٽن ۾ بيلون وسيلي صفائي ڪندا آهن. پر مونکي انجوپلاسٽيءَ ڪانپوءِ پنيان ريڙهہ جي هڏي ۾ سپائينل ڪارڊ ڪانرو برسٽ ٿيڻ ڪري بليڊنگ ٿي ۽ ڪمر ڪان هيٺيون حصو بيجان ٿي ويو. انهيءَ جو علاج صرف ايڪسرسائز آهي سو پنجن مهينن ڪان روزانو ٽي ڪلاڪ ڪسرت ڪرڻ لاءِ اسپتال ويندو آهيان.

هينئر لٺ تي هلڻ جهڙو ٿيو آهيان. اڃان آفيس ۾ وڃڻ جهڙو نہ ٿيو آهيان. اميد تہ توهان سيئي خوش هوندا. ٻڌو اٿم تہ سوڀو بہ هينئر بيمار گذاري ٿو. گڏجي تہ منهنجي نالي پڇندا.

پيارن مان

درياري لال آجواڻي

29/11/1956

عزيز دوست. توهان جو نياز نامو ۽ ميار پهتل آهي. ادل ڪجهه بمبئي جي پيچ پچان ۽ ڪجهه سستيءَ جي وجهه جواب ڏيڻ ۾ دير ٿي ٿئي تنهن لاءِ معافي طلبگار آهيون.

توهان جو تورو تورو غصو ۽ هلڪو هلڪو ڏوراپو پڻ رفيقاڻي ميناج جو سواد ڏئي ٿو.

توهان 'نئين دنيا' جي باري ۾ پنهنجو رايو ڏئي اسان تي احسان ٿا ڪريو ۽ اميد آهي ته اڳتي پڻ تفصيلوار رائي کان واقف ڪندا رهندا.

نئين دنيا اهڙي هلڪڙي ۽ننڍڙي تي نڪري. تنهن لاءِ اسان کي پڻ ڪافي درد ٿو محسوس ٿئي پر ڇا ڪجي. مجبوري اسان جو ساٿ نٿي ڇڏي. عوام جي سرپرستي پڻ مالي حالت کان اسان کي مٿي نٿي ڪڍي سگهي. عوام پاڻ به ته مالي پائمالي کان گذري رهي آهي نه؟

ڪهڙو آهي حال احوال ٻين رفيقن جو؟ وقت بوقت وطن وارن جو ڪو نياپو سڻائيندا رهو. ادبي بورڊ وارن جون ڪوششون واقعي تحسين جوڳيون آهن.

زياده خير
ڪيرت ٻاٻاڻي

24/08/66

پيارا ادا،

خط تنهنجو ٻه مهينا اڳ پهتو ۽ نهايت خوشي ٿي هڪ دوست جي نئين سر يادگيري ۽ خط جي سلسلي تي جواب ڏيڻ ۾ غير رواجي دير لاءِ افسوس اٿم. بهانا ڪهڙا ويهي ڳوليان. بس زندگي ئي اهڙي پيچ پيچ جي آهي جو ڪجهه چاهيندي به ڪرڻ لاءِ وقت نه ٿو ملي. خط سانڍي رکيو هوم ته جواب ضرور ڏيندس. تنهن وچ ۾ 'سنڌوڏارا' ۽ ساهت سڱنڌ جو پهريون انڪ بوڪ پوسٽ رستي موڪلي رهيو آهيان ۽ پنهي پاسن جي پوسٽ وارن ايمانداري ڏيکاري ته ضرور ملي ويا هوندءِ. 'ساهت سڱنڌ' بابت رايو ڏج.

اوهان جي ادبي ڪانفرنس سک سان پوري ٿي هوندي ۽ يقين اٿم تہ ڪاميابي ملي هوندي.
حال احوال ڏج.

ڪيرت ٻاٻاڻي

28/01/88

پيارا ادا.
ڪتنب سوڌو نؤبنا هوندا.
نئين سال جو سُک سلامتيءَ جو پيغام آڻيندڙ تنهنجو قرب ڀريو. موهيندڙ ڪارڊ مليو. ڪهڙا ٿورا مڃيان؟ ۽ اها قرب ڀري ڪوٺ تہ مان هن سال ڌرتي ماءُ جي مٽي لڳن لائي وڃان! اکيون اشڪبار آهن. دل اُداس آهي. اوهان جي وات ۾ گلاب متان ڏهاڪن جون آسون ڪٿي سچ پچ پوريون ٿي نہ پون!
اوهان جا ڪهڙا حال آهن. بيگم صاحبا ۽ ٻار مزي ۾ هوندا. ڪا مڙئي قربداري ڪجو جو ڪڏهن پيا نياپڙو موڪلجو ۽ ٻارن جون خبرون چارون ڏجو. ادو. اديءَ سان پهتو. سک سلامتي جو احوال ڏيندا تہ خاطري ٿيندي.
وڏيڪ اوهان سڀني لاءِ سک
ڪيرت ٻاٻاڻي.

جنوري 1989

پيارا سرڪي.
ٻچڙن سميت نهايت آنند ۾ هوندين. تنهنجو سنيهہ ڀريو نئين سال جو سنديش آڻيندڙ نئين صبوح جي خوبصورت چتر سان ڪارڊ مليو. سال ۾ هڪئي دفعو يادگيري جا منهنجي لاءِ ڪو گهٽ خزانو آهي؟
اوهان وٽ نئون سال پوري آبتاب سان ۽ سورهن سيگارن سان وارد ٿيو آهي. شال اوهان سڀني لاءِ خوشين ۽ نون حاصلاتن جا سورج ڪلي پون. اسان جي اهائي دعا آهي. يار مصروف آهي تہ درگذر ڪري

سگهجي ٿو. پر ياراٽيءَ ۾ تہ ڪٿر ڪانہ اٿس نہ؟ جواب مونکي بہ ڪونہ ڏنو اٿائين. اوهين وري بہ ڪٿي يادگيري ڏيارجوس.
دلؒ پئي ٿي اٿلون ڏئي پر اجــا شــايد ليڪ ڪونہ ٿــو ڪلي. ڪوشش ڪندس. پيڻ ڪي ۽ ٻارن ڪي تمام گهڻا پيار
قربن مان
ڪيرت ٻاٻاڻي.

11/01/1991

پيارا ادا ۽ ادي سرڪي،
اوهان جي سڪيلڌي ڌيءَ جي مبارڪ وهانءَ جو دعوت نامو مليو. ٿورائتا آهيون. اسان جي ڪٽنب طرفان. اوهان جي سموري ڪٽنب کي لک واڌايون.
لاچاري! روبرو اچي اوهان جي خوشيءَ ۾ شامل ٿي نٿا سگهون. پر جوڙي کي اسان جي طرفان آشيرواد ڏيندا. جيئن سندن زندگيءَ ۾ مسرت ۽ ڪاميابيءَ جا ڏيئا روشن رهن.
اوهان جو پنهنجو
ڪيرت ٻاٻاڻي
ق.ت. ڪڏهين تا هن پاسي پروگرام ناهيو.

31/01/95

پيارا ادا ۽ ادي،
ڪٽنب سوڌا خوش خورم هوندا.
هڪڙو خوبصورت ڪارڊ اوهان وٽان نئين سال جو قرب ڀريو پيغام ڪٺي آيو. اوهان جي صحبت ۽ سنيهہ دل تي تري آيا. لک ٿورا اوهان جا.
اسان سيني وٽان اوهان جي سڄي پريوار کي نئين سال جون دلي مبارڪون! شال هر طرح سک ۽ سڦلتا ماڻيو ۽ هردم باغ بهار هجو.
ساري سنگت لاءِ سلام
ڪيرت ٻاٻاڻي

2/12/82

پيارا دوست سرڪي.

اميد تہ تون، ياپي صاحبہ ۽ تنهنجا ٻار خيريت سان هوندا. ڪافي عرصي کان تنهنجي طرف کان احوال کان محروم رهيو آهيان. گذريل سال دوست واحد بخش بلوچ کان معلوم ٿيو تہ تون هينئر وڏو ناميارو وڪيل ٿي ويو آهين. تنهنڪري سپاويڪ توکي فرصت گهٽ ملندي هوندي. تڏهن بہ وقت بوقت پنهنجي قربائتي احوال کان ضرور واقف ڪندو رهج.

توکي ڄاڻ آهي تہ مونکي پنهنجو اولاد ڪونہ آهي. مون پنهنجي ننڍي ڀاءُ جو پٽ گود ورتو آهي. انهيءَ جي شادي خانہ آبادي تاريخ 31/12/82 تي منعقد ٿي رهي آهي. اسان جي گهر ۾ تمام گهڻي عرصي کانپوءِ هي شادي ٿي رهي آهي. خدا اسان جي مراد پڄائي آهي. سو مان اوهان ٻنهي کي تهہ دل سان اسان جي انهيءَ خوشي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ دعوت ڏيان ٿو. مونکي يقين آهي تہ توهان اسان جي اها نينڊ قبول ڪري انهيءَ موقعي تي اسان جي خوشي اچي وڌائيندا. ويزا وٺڻ لاءِ اسان جي گهر جي ايڊريس جي ضرورت پوي تہ دعوت نامي تي لکيل اٿو.

6, S.B.I, COLONY, BIMA NAGAR, INDORE

مان سمجهي ٿو سگهان تہ هي دعوت نامو توهان کي وقت سر پهچندو ۽ توهين انهيءَ موقعي تي سولائي سان پهچي سگهندا.

مهربان سائين ڪيئل داس ڀوپال ۾ رهندا آهن ۽ درٻاري لال هت اندور ۾. جڏهن گڏبا آهيون تہ تنهنجي يادگيري ايندي آهي.

سلام ياپي لاءِ، ٻارن لاءِ پيار.

تنهنجو دوست

سريچند ڪنگرائي

بمبئي
3/03/1984

هردم خير. هر هڪ جو خير

پريه پراڻا نورالدين سرڪي سدائين سکي هجو.

عرض ته توهان جو 10/02/84 تي لکيل خط اڄ 3/03/84 يعني 21 ڏينهن ڪانپوءِ مليو. توهان مان ڪير به اچن سندن دل وجان پرداخت لڏي ويندي. منهنجو هيٺين ريت پروگرام آهي.

8 اپريل ناگپور ويندس. ورندي واپس 13 اپريل بمبئي ايندس. 1 مئي تي وري آگري ويندس جو منهنجي ڀائٽي اروندڪمار جي شادي آگري ۾ آهي. اتئين واپس 15 مئي تي بمبئي ايندس. 8 مئي تي بمبئي مان براس نارائڻداس ۽ جمنا سندس وائيف به آگري ويندا جو آگري ۾ شادي 11 مئي تي آهي. 10 مئي تي آگري منهنجي هڪ ڀائٽي جي پٽن جا جڻيا آهن. 15 مئي تي نارائڻ ۽ جمنا آگري ڪان دهلي اجمير طرف ويندا. جتان واپس 10 جون تي بمبئي ايندا. اهڙيءَ طرح مان بمبئي ۾ 15 مئي ڪان 10 جون سوڏو اڪيلو گهر ۾ هوندس. هي مارچ جو مهينو بمبئي ۾ آهيان. اپريل جو مهينو سواءِ 4-5 ڏينهن 8/04 ڪان 13/04 تائين ناگپور هوندس. باقي سموري وقت يعني اپريل جو مهينو بمبئي ۾ آهيان.

انهيءَ حساب سان هن مارچ مهيني ۾ يا اپريل ۾ هتي توهان جي ڪٽنب جا ڪي به ڀاتي ايندا ته سندن ڪُلي پرگهور ورتي ويندي.

وڏيڪ ڏاڍي مهربان آهي اهو ئي پرگهور لهي سگهندو.

ڪي ڪتاب مونکي تيرٿداس وٽان پهتل آهن جي توهان جي طرفان موڪليل لکيو اٿس. هڪ ڪتاب شري موتيرام جو بہ آيل آهي. اهو موڪلي ڏنوسيس.

اميد تہ توهان جي گهر جا ڀاتي خوش هوندا.

شمس لاءِ سلام. ٻارن لاءِ سڪ ڀريون شڀ اڇائون.

توهان جو خيرخواهہ خير انديش

ديوڪشن ڪيمنداس ڪلياڻي

شري تيرٿداس ڪي چوندا تہ منهنجو مٿيون پروگرام آهي باقي ڀائرن جي ڪتنب مان آخرين ڇوڪري ڀائٽي ارون (راجو) جي شادي آگري ۾ 11 مئي تي آهي. ٻہ گل جي پٽن (5 ۽ 7 سالن جي عمر جا) تن جا جٽيا 10 مئي تي آگري ۾ آهن انهيءَ موقعي تي ايندين؟ ڀيرومل ۽ ڪيمن مزي ۾ گهر ۾ رهن ٿا. هرهڪ کي اپريل کان 1500 روپيا خرچ لاءِ ڏيندس. هو مونکان وڌيڪ گهرن ٿا پر مان وياج جيترو ملندو ان مان انڪم ٽيڪس ڪاٽي، گهر جو بل، سوسائٽي جو ڪاٽي باقي ڏيندس پر هو مونکان وڌيڪ گهرن ٿا. ڇا ڪريان؟

ڪمائڻ جو ڪوبہ اونو ڪونہ اٿن. انهيءَ کان بهتر ٿيندو تہ ڪين کو ڏنڊو ڪولي ڏجي!

ديوڪشن.

1/01/84

پريہ پراتا نورالدين سرڪي ۽ پيڻ شمس سدائين خوش آباد هجو.

عرض تہ توهان پنهي جو گڏيل خط مليو. شمس اهو يقين ڇاڻو تہ مون توهان کي ڪڏهين بہ نہ وساريو آهي. هڪ دفعو ناتا جڙن ٿا اهي ڇني ڪين ڇڏبا! رستي تان ڪيئن ا اڇن وڃن پر ناتو ڪنهن ڪنهن سان جڙندو آهي ۽ اهي ناتا پريان ڄ بار ڪان ئي جڙيا. اهي ٿل نہ ٽٽن!

اسان جو ڪٽنب (پنهنجي ڳوٺ ما ۽ ۾) سنڌ ڪان مهمان نوازي ۾ ڀَرِ هو. ويندي 1981 تائين هن بم جي گهر ۾ باقي هڪ ڀائٽي رهيل هئي اوستائين هن گهر ۾ چڱي چهل پهل لڳي پيئي هئي. منهنجي صوفياڻي طبيعت هئڻ ڪري رڳو مون وٽ صوفي درويش پيا ايندا هئا. توهان آگري وڃو ها تہ منهنجي ڀاڄائي "ستي" جي خدمت ڪان بخوبي واقف ٿيو ها. 1977 تائين بمبئي ۾ هئي پر سندس وڏي فرزند جي شادي ٿيڻ ڪان پوءِ ان کي آگري ۾ رهڻو پيو آهي. ان ڪان پوءِ سندس ڌي نينا هن گهر ۾ آئي وئي جي پئي خدمت ڪندي هئي. منهنجي غير حاضريءَ ۾ بہ منهنجن صوفي درويشن ۽ دوستن جي پيئي خدمت ٿيندي هئي. پر 1981 جي آخر ۾ اها ڇوڪري بہ شادي ڪري آگري ويئي. ان ڪانپوءِ جمنا اڪيلي گهر ۾ رهي. ان جو ڀاءُ علحدو آهي. اولاد نہ رهيو ان ڪري ڏير جي دوستن ۽ صوفين درويشن جي خدمت ڇو ڪري! توهان هتي ها تہ شمس سندس ڀاءُ کي سمجهي وئي هئي. جڏهن هن گهر ۾ مهمان ٿي نہ پر هن گهر جو ڀاتي ٿي رهيا تڏهن ڏٺم تہ ساڳئي ٽيبل تي توهان ساڻن ڪاڌو ٿي ڪاڌو. مونکي سمورو وقت ماٺ ۾ گذارڻو پيو ٿي ۽ ماٺ ۾ گذاريندو آهيان. ان ڪري اسان جي گهر ۾ شانتي ڏسندا. ان جو مطلب اهو نہ ڪڍڻو آهي تہ اسين توهان جي هتي رهائش ۾ رنج آهيون. مون تي ڪُلي اعتبار ڪريو ۽ مان ڪڏهن بہ نہ رنج ٿيو آهيان. جڳهہ ساڳي خالي آهي. هن وقت بہ فقط 3 ڄڻا آهيون. توهان ڪنهن بہ وقت اچي سگهو ٿا. توهان لاءِ اسان کي جهجهو قرب ۽ عزت آهي. دليان نيڻ ٿي ڏجي تہ پلي ڪنهن بہ وقت

اچو ۽ اچي اسان جي گهر ۾ لهندا. هن دفعي نمبر 2 ڪڪيءَ کي وٺي ايندا تہ بمبئي گهمي وڃي. ويزا ۾ آگرو لکائي اچجو.

مـــان 15/02/84 تي آگـري ويندس. 29/2 يـا 1/3 تي واپس ايندس. وري مئي جي پهرين هفتي ۾ ويندس. جو اسان جي باقي رهيل هڪ ياڻتي اروند جي شادي آگري ۾ آهي.

ڪراچيءَ مان مونکي تنوير عباسي جا لکيل 2 ڪتاب خوش خيرمحمد ۽ نانڪ يوسف تي لکيل آهن ۽ هڪ ٻيو ڪتاب 'قطب سائين خير شاهہ جو خاندان' تي لکيل هو. اهي ڪتاب توهان ئي تيرٿداس کي ڏنا آهن. ان لاءِ گهڻي گهڻي مهرباني. توهان جنهن ڪڪيءَ کي هتي وٺي آيا هئا. اها ميڊيڪل ۾ پڙهي پيئي يا نہ؟ اميد تہ پڙهڻ ۾ دلچسپي وٺندي هوندي. تيرٿداس جي پوٽي بہ ميڊيڪل ڪالج ۾ آهي. ٻين جا نالا ياد نہ آهن. شهاب ڪالج ۾ هوندو؟ تعليم ڪيس ڏيندا رهندا جو سندن لاءِ اباڻو ورثو اهو ئي ٿيندس. زياده سڪ. سيني لاءِ دعا سلام شري ابراهيم جويي کي دعا نمستي ڏيندا.

ديوڪشن.

قلم تازو:- عابده پروين پنهنجي ڪلامن ۾ "غلام فريد" جا ڇپيل ڏوهيڙا ڏيندي آهي. اهو ڪو ڪتاب ڇپيل هوندس. شري ابراهيم جويي کان پڇي ڏسندا. ڪو ڪتاب ان تي ڇپيل هجي تہ موڪلڻ جي عنايت ڪندا.

ديوڪشن.

# وينا ستُرنگي

ڄم جو هنڌ:	شهدادڪوٽ ضلعو لاڙڪاڻو سنڌ
تعليم:	بي- اي
ڪم:	آل انڊيا ريڊيو جي پروڊيوسر ۽ سنڌي اناؤنسر
سماجي ثقافتي انجمن مارئي جي جنرل سيڪريٽري.

ادبي خدمتون:
ليکڪ، ڪهاڻيڪار، شاعره، سماجي ڪارڪن، ريڊيو فنڪاره

ڪتاب:
١) زندگي هڪ ناٽڪ - ڪهاڻيون
٢) ڪيئن وساريان ويڙهيچن - يادگيريون
٣) منهنجي پيشي جا گل ۽ خار - مضمون
۴) پڪا ۽ پنوهار ڏني مون ڏينهن ٽيا - سفرنامو
۵) منهنجا معصوم سڄڻ - مونو لاگ

31/08/1987

جيئي لطيف

سڄڻ.

جيئن تہ لطيف ڪانفرنس جون تياريون زور شور سان جاري آهن. اوهان کي هن کان اڳ ئي سرڪيولر موڪليا ويا آهن. ڪيترن سڄڻن وٽان شرڪت جي قبوليت اچي چڪي آهي ۽ ڪن جا پيپر بہ پهچي چڪا آهن. دعوت ناما موڪليل پين سڄڻن کي عرض آهي تہ پنهنجي پهچ جو اطلاع ڏين.

اوهان جي رهائش، کاڌخوراڪ ۽ ٽرانسپورٽ وغيره جو بندوبست ٿي چڪو آهي. اسين دهلي هوائي اڏي تي توهان کي وٺڻ ايندا سين. اوهين پنهنجي پهچ جو اطلاع، سي 84. اندرپوري، نئي دهلي -12 تي ڏيندا.

اگر اوهان جو خط نہ ٿو پهچي تہ هوائي اڏي تان فون نمبر 582733 ۽ 5712563 تي اطلاع ڪندا.

ٻن ڏينهن واري سيمينار ۾ پهرئين ڏينهن تي هتان جي ماولنڪر هال ۾ افتتاحي ۽ ڪلچرل پروگرام ٿيندو. ٻئي ڏينهن سيمينار جي شروعات ٿيندي. جنهن ۾ پيپر پيش ڪيا ويندا ۽ شام جو هند پاڪ سنڌي مشاعرو ٿيندو.

اسان کي يقين آهي تہ هن سيمينار جي ڪاميابيءَ لاءِ ڀرپور تعاون ڏيندا.

ويزا لاءِ جناب آفتاب سيٺ سان رابطو رکندا.

سدائين گڏ

وينا شرنگي

جنرل سيڪريٽري ۽ ڪنوينر

جيئي لطيف　　　　　　　　　　　　　　　　　　سدا جيئي

**كاتب لکن جيئن، لائي لام الف سان،**
**اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾.**
**(شاھ)**

8/03/89

مانوارا سڄڻ نورالدين سرڪي،

اوهان کي ڄاڻي خوشي ٿيندي تہ مارئيءَ پاران پارت جي راڄڌاني نئين دهليءَ ۾ سال 1987 وانگر هن سال بہ ٽئي گهوٽ شاھ عبداللطيف جي ٢٤٥ عرس جي سلسلي ۾ غلاميِ لطيف ڪانفرنس منعقد ڪئي پيئي وڃي.

اوهان کي هن ڪانفرنس ۾ شرڪت جي دعوت ڏيندي اسين فخر محسوس ڪريون ٿا. ڪانفرنس دوران اوهان جي رهائش، کاڌخوراڪ ۽ ٽرانسپورٽيشن جو بندوبست مارئي طرفان ڪيو ويندو.

هن ڪانفرنس ۾. شاھ. سچل ۽ سامي جي ڪلامن تي آڌار محفل موسيقي جي شام ملهائي ويندي. جنهن ۾ هند ۽ سنڌ جا فنڪار پنهنجي عقيدت پيش ڪندا.

ان ڪان علاوه پيپر پڙهڻ جو الڳ بندوبست ڪيو ويندو. جنهن ۾ لطيف سائين جي فن. شاعري ۽ اڄ جي حوالي ۾ سندن پيغام تي برک اديب پيپر پڙهندا. ٻولي ۽ تهذيب جي واڌاري ۽ بقا تي ڪليل بحث پڻ ڪيو ويندو. ان ڪان علاوه مشاعرو پڻ منعقد ڪيو ويندو.

ٽن ڏينهن جو هي سيمينار آگسٽ ۾ رکيو پيو وڃي. اوهان پنهنجي شرڪت جي قبوليت اپريل تائين مهرباني ڪري ڏياري موڪليندا تہ جيئن وقت سر پروگرام ۽ ايجنڊا جاري ڪري سگهون.

نيڪ تمنائن سان
وينا شرنگي
جنرل سيڪريٽري ۽ ڪنوينر
انٽرنيشنل سيمينار آن شاھ عبداللطيف

جئپور
28/02/92

جئہ سنڌ

پيارا سائين نورالدين سرڪي، سڄي ڪٽنب سميت باغ بهار هجو.

جئپور مان سڪ ۽ سچي محبت مان لکجي ٿو تہ ڏٽي تعاليٰ جي فضل سان هت سڀ خير آهي ايڏانهن بہ ڏٽي تعاليٰ خير خيريت ڪندو.

پيارا سائين هن وقت منهنجو ڪوبہ عزيز پنهنجي وطن (سنڌ) ۾ ڪونہ آهي. جيڪڏهن آهي تہ اُهو عزيز آهي مائٽن ڪان ويجهو نورالدين سرڪي صاحب جن نئين سال 1992ع جي شروعات ۾ نئون سال مبارڪ. رقعو موڪلي ثابت ڪيو تہ منهنجا ڪي عزيز آهن جن کي ياد آهيان.

توهان صاحبن جو مبارڪ رقعو تہ بروقت جنوريءَ جي شروعاتي تاريخن ۾ مليو پر مون جواب ڏيڻ ۾ غفلت ڪئي آهي تنهن لاءِ معافي طلب آهيان. توهان صاحبن جي مبارڪ رقعي گذريل ملاقات بمبئي ۽ جئپور ۾ توهان جي سڄي ڪٽنب جي ڏنل سڪ ۽ پيار ۽ عزيزپٽي کي نئون يادگار بڻائي ڇڏيو. توهان صاحبن جو البم مان نڪتل توهان ۽ توهان جي ڪٽنب سميت فوٽو ڪيڏي سامهو رکيو جنهن ۾ شهلا. شمس صاحبا ۽ خود توهان جو ديدار نظر آيو ۽ مونسان ملاقات جون رهاڻيون ڪري رهيا آهيو جو هاڻي مان بہ چوندس تہ منهنجا ڪي عزيز پاڪستان سنڌ ۾ آهن. هي ڪانگل پنو اوهان کي ملي تہ احوال ڏيندا جيئن مان سمجهان تہ هيءُ ڪانگل نياپو توهان صاحبن کي مليو. توهان صاحبن جي سڄي ڪٽنب جو دعاگو.

سندر ڪي مولچنداڻي
483 نمڪ منڊي جئپور.

احوال ضرور ڏيندا. عزيزپٽو جيئن قائم رهي. عرض قبول ڪجو.

# موتي پرڪاش

جنم ڏينهن : 15 مئي 1931

جنم جو هنڌ: اڪوٽو ضلعو ڪراچي، هاڻ ضلع ٺٽو

تعليم: ايم- اي، پي- ايچ- ڊي (سنڌي) سنڌي شعر ۾ "استري جو چٽ" موضوع

ڪم: آل انڊيا ريڊيو سنڌي شعبي جو انچارج 1954 کان پوءِ استاد، دبئي ۾ انڊين هاءِ اسڪول ۽ جونيئر ڪاليج جو پرنسيپال، هاڻ رٽائير

ادبي خدمتون:

شاعر، ڪهاڻيڪار، ڳائڻو، ناول نويس، مضمون نويس، ناٽڪ نويس ۽ سنڌيڪار، ريڊيو فيچر ليکڪ.

ڪتاب:

١) انڌيرو اجالو - ناول

٢) ادبي گل - مضمون

٣) رات هڪ طوفان جي - ناٽڪ

٤) دل جون ڳالهيون - مضمون

٥) پردي اڳيان پردي پٺيان - ناٽڪ

٦) ڪالندي - بنگالي ناول ترجمو

٧) ادينا - تاجڪستان ترجمو

٨) انڊز سيڪريٽري - هندي ترجمو

٩) ڪاڪو ڪلو - انگريزي ترجمو

١٠) سنڌ جو سفرنامو

١١) گلڙن جا گيت - شاعري

١٢) آءُ تہ چوريون چنگ - شاعري

١٣) چٽنگ وچ چولي - شاعري

ميڄتا: مرڪزي تعليم وزارت پاران "گلڙن جا گيت" تي انعام 1975

5/10/88

ادا منهنجا. اوهان جو مختصر خط ۽ ڪتاب دوست سليم قريشيءَ معرفت پهتا. فون ڪيائين ۽ روبرو وجي رهاڻ ڪرڻ جو ويچار هوم پر مهيني کن کان ڪو Muscular Problem ٿي پيو آهي جنهن ڪري ڳلي ۾ ڪالر پايو پيو هلان. ڪرسيءَ تي ويهڻ ۾ تڪليف ٿي ٿئيم.

ڪلا انڊيا ۾ آهي. مهينو ڏيڍ هتي اڪيلو هوس. هاڻي ڪڪي سنڌو هتي آهي. اڪيلائي توري دور ٿي آهي.

مون کي خوشي ٿي ته اسان جا ڪتاب اوهان کي پهتا. مون يوسف سنڌيءَ کي ڳوٺ ۾ لکيو هوته ڪلا جي سنڌ ۾ ڇپيل سفرنامي جي ڪاپي ٻه اوهان کي موڪلي خبر ناهي موڪليائين يا نه. منهنجو سفرنامو اڃان ڪين ڇپايو اٿائين.

سنڌجي حالتن جي ڄاڻ اخبارن مان پوندي آهي. ڪالهه اديءَ ماهتاب محبوب ۽ ظفر حسن سان ٽيليفون تي ڳالهايم. حيدرآباد ۾ خاص طور حالتون خراب آهن شل اوهان طرف خير هجي. پنهنجي سک سلامتيءَ جي خبر ڏجو.

هاڻي اوهان وٽ سياسي حالتون نهر واريون ٿين ته وري اچڻ تي دل آهي.

ادي شمس لاءِ اسان جا سلام ۽ ٻارن لاءِ پيار.

اوهان جو

موتي پرڪاش.

ق.ت. مسٽر سليم قريشيءَ جي معرفت ٻه ٽي ڪتاب موڪليندس. هڪ ٻه اوهان لاءِ ۽ هڪ ٻه سائين محمد ابراهيم جويي صاحب لاءِ.

## ڪلا موتي پرڪاش

ڄمر ڏينهن : 2 جنوري 1934

ڄمر جو هنڌ : ڪراچي

تعليم: ايمر- اَي، ڊي- ايچ- اَي

ڪمر: 1954 کان 1971 تائين مرڪزي سرڪار ڀارت ۾ آڊيٽر
1971 کان 1977 تائين آر- ڪي تلريجا ڪاليج الهاس ننگر ۾ ليڪچرر (سنڌي)
1980 کان 1982 تائين دبئيءَ جي هڪ اسڪول جي هيڊمسٽريس

ادبي خدمتون: شاعره، ناول نويس ۽ ڪهاڻيڪار، خاڪہ نويس.

ڇپيل ڪتاب:

١) ممتا جون لهرون - نظماڻو نثر
٢) هڪ دل هزار ارمان - ناول
٣) شيشي جي دل - ناول
۴) هڪ سپنو سکن جو- ناول
۵) حياتي هوتن ريءَ - ناول
٦) وقت وٺيون وڇوٽيون - ناول
٧) آرسيءَ آڏو - ناول
٨) پيار - ناول
٩) مُرڪ ۽ ممتا - آکاڻيون
١٠) وارن ۾ گل - آکاڻيون
١١) جي هينئڙي منجهہ هُرن - خاڪا
١٢) پکن جي پريت - ناول

مڃتا: 1994ع سال لاءِ آرسيءَ آڏو ناول تي مرڪزي ساهتيا اڪيڊميءَ طرفان انعام.

9/06/95

پيارا دل کي ويجها، نورالدين ۽ شمس

توهان جو ڪارڊ ”نئين سال جون مبارڪون“ ۽ ”سدائين سکي رهو“ جا پيغام کڻي پهتو. وراڻيون دير سان پيا، دل ۾ نہ ڪجو. دوستن جو پيار ۽ دعائون ڏاڍيون قيمتي شيون آهن. اسان کي هر وقت اهي گهرجن.

شال اوهين ٻئي ۽ سڀ ٻار سٺي صحت ۽ هر خيال کان سٺي زندگي ماڻيو.

گهڻيءَ سڪ وچان،
ڪلاموتي پرڪاش

## وشنويانيا

ڄم ڏينهن : 24 ڊسمبر 1941

ڄم جو هنڌ: ڪراچي

تعليم: ميٽرڪ

ڪم: صحافت

ادبي خدمتون:

صحافي، ڪونج جو ايڊيٽر، فلمي رسالي جو ايڊيٽر، ادبي ڪارڪن.

ڪتاب:

١) دل جي بستي - ڪهاڻيون

٢) سچ جا ٽڪرا - ڪهاڻيون

٣) ديوار ۾ تاس جا پتا ڏ ڪهاڻيون

٤) زندگيءَ جا ڪنارا - ناول

٥) نئين ساهت جا سوال - مضمون

مختلف ٻولين جا ترجما

رهائش: ممبئي - ڀارت

12/11/89

پيارا ادا سرڪي

"ڪونج" ادبي رسالي پنهنجي شاندار روايت کي قائم رکندي. هن سال پڻ سنڌيءَ جي هڪ برک اديب جي شان ۾ "ڪونج" جو هڪ خاص پرچو ڪڍڻ جو فيصلو ڪيو آهي. هن سال اِهو خاص پرچو سنڌيءَ جي ناميياري اديب ۽ سنڌيت جي هلچل جي هڪ باني ڪيرت باباڻيءَ تي ٿيندو. جنهن ۾ سنڌيءَ جا برک نقاد ڪيرت باباڻي جي انگ انگ شاخن ۾ ڪيل تخليقي ادب جو تفصيلي جائزو وٺندا ۽ سڄاڻ دوست سندس چاليهن سالن ۾ سنڌيت جي هلچل ۾ نيايل رول تي روشني وجهندا.

اسين ڄاڻون ٿا تہ اوهين پڻ ڪيرت باباڻيءَ جا دوست / خيرخواهہ آهيو ۽ اوهان ڪيس ويجهائي تان ڏٺو آهي. هن پرچي لاءِ رٿيل هڪ خاص ڪالم "جيئن اسين ڪيس سڃاڻون" لاءِ اگر اوهين ٿوري ۾ ڪي تاثرات موڪليندا تہ نهايت احسان ٿيندو ۽ گهڻي خوشي ٿيندي. اِها بہ پڪ اٿئون تہ اوهان جا اهڙا قرب ڀريا تاثرات "ڪونج" جي هن خاص 'ڪيرت باباڻي پرچي' جي سونهن کي سرس ڪندا.

پرچو ڇپجڻ شروع ٿي ويو آهي. اگر اوهين اسان جي عرض جي تڪڙي موٽ ڏيندا تہ اسان جي دلي خواهش پوري ٿي سگهندي.

هن خاص پرچي جي ايڊٽ ڪرڻ جي ذميواري منهنجي مٿان رکي وئي آهي. اُن ڪري عرض ٿو ڪريان تہ نراس نہ ڪجو.

سوپي ۽ اياز جي رهائش جون تازيون ائڊريسون ڪونج وارن وٽ ڪونہ آهن. اِهو بار اوهان تي آهي تہ ٻنهي کي بروقت نيپال رستي خط روانا ڪندا.

سيني دوستن لاءِ سلام

قرب مان
وشنو ڀاٽيا

## لڇمڻ ياتيا ڪومل

ڄمڻ ڏينهن : 26 مارچ 1934

ڄم جو هنڌ : نوابشاهه سنڌ

ادبي خدمتون: ليکڪ، سنڌيڪار، صحافي

ڪتاب:

۱) جيءَ جهروڪو

1976 ۾ مرڪزي ساهت اڪيڊميءَ طرفان ايوارڊ

ٿهه ماهي سنڌوءَ جوت دهلي جو ايڊيٽر

22/04/91

سائين سرڪي صاحب.

هي خط مان ۽ لڇمڻ ڪومل توهان کي دهلي مان لکي رهيا آهيون.

مان 1 مئي اربع ڏينهن هتان شام جو 5 بجي PIA جي فلائيٽ ۾ ڪراچي اچي رهيو آهيان. ڪراچي هوائي اڏي تي شام 7 بجي پهچندس ۽ اتان 3 مئي اڌ رات جو PIA-711 فلائيٽ ۾ نيو يارڪ لاءِ روانو ٿيندس. ڪراچيءَ ۾ ٻن ڏينهن جي قيام دوران منهنجي رهائش جو انتظام PIA طرفان گهڻو ڪري مڊوي هوٽل ۾ يا سندن طرفان طئي ڪيل هوٽل ۾ هوندو. توهان سان گڏجڻ جي تمام گهڻي خواهش آهي پر اهو تڏهن ئي ممڪن ٿي سگهندو جي توهان اتان جي ايئرپورٽ جي اميگريشن وارن کان 72 ڪلاڪن جو ٽرانزٽ ويزا يا ٻاهر اچڻ جي پرمٽ ڏياري سگهندا. اهڙي قسم جي شارٽ ويزا گهڻو ڪري ٽرسٽ پئسينجر کي ڏيندا آهن. رڳو ايئرپورٽ تي ڪنهن کي اڳواٽ چوڻ جي ضرورت آهي.

مون کي ڪراچي ۾ دوستن سان گڏجڻ ۽ مڪتبہ اسحاقيہ مان ڪجهہ ڪتاب وٺڻا آهن ۽ ٿي سگهيو تہ شاليمار ڪمپنيءَ جون ڪجهہ وڊيو ڪئسٽون. ان مدد لاءِ مان توهان جو ٿورائتو ٿيندس. اسان جو دوست محمد خان سيال بہ اتي PIA ۾ آهي. هو بہ اهو ڪم ڪرائي سگهي ٿو.

توهان کي هتان ڪجهہ بہ گهرجي تہ بي حجاب لکندا. مونکي آڻڻ ۾ ڪو مسئلو ڪونہ ٿيندو. منهنجو گهر جو فون نمبر 564036 آهي.

مان آمريڪا ۾ اٽڪل ٽي مهينا ڪن رهندس ۽ موٽندي پڻ ڪراچيءَ کان ئي اچڻو پوندو جو موٽ جي ٽڪيٽ پڻ PIA جي آهي.

جويو صاحب جن اڄڪلهہ هتي آهن ۽ 25 تاريخ هتان ڪراچيءَ لاءِ روانا ٿيندا.

توهان اميد تہ باغ بهار هوندا. ياجائي ۽ ٻارن لاءِ يادگيريون.

قربن مان توهان جو

لڇمڻ ڪومل

## نندجويري

چم ڏينهن : 3 آگسٽ 1937

چم جو هنڌ : شڪارپور سنڌ

ڪم: واپار هيرن جو

ادبي خدمتون:

شاعر

ڪتاب:

١) چؤواٽي تي - آزاد نظم

٢) شاھ عبداللطيف ۽ ويدانت تي تحقيق

رهائش: ممبئي - ڀارت

13/11/87

مانوارا سرڪي صاحب.

توهان جيڪي قرب اسان کي ڪراچيءَ ۾ ڏنا وساري نہ سگهبا. توهان صاحبن سان گذاريل گهڙيون سدا ياد رهنديون. سائين علي احمد بروهيءَ کي منهنجا سلام ڏيندا. ٻيا ڪهڙا دوست اُن وقت حاضر هئا. مونکان نالا وسري ويا آهن انهن جا نالا ۽ فوٽو موڪلي سگهو تہ بهتر مان سفر نامو لکي رهيو آهيان. جنهن ۾ اهو لکڻ ضرور ٿو سمجهان. توهان اچڻا هئا پر ڪونہ آيا. وري ڪڏهن هن طرف اچو تہ اسان کي بہ شيوا جو موقعو ڏجو. ٻاپي کي سلام ڏجو.

توهان جو
قرب وچان
نند لال جويري

11/1/91

مانوارا سرڪي صاحب.

توهان جي نياڻي شبيهلا جي وهانءَ جو نينڊ پتر مليو جنهن لاءِ مهرباني. جوڙي کي مون طرفان آسيس ڪندا.

ہہ سال ٿيندا توهان سان ڪونہ ملي سگهيو آهيان. توهان بہ بمبئي ڪونہ آيا آهيو. اُميد تہ جلد هند ۾ يا سنڌ ۾ توهان سان ملبو.

مونکي ڪجهہ ڪتاب سنڌ کان گهرائڻا هئا مڪتبہ بُرهان اردو بازار وارو موڪلي سگهي تہ مونکي هيٺيان ڪتاب گهرجن.

1. شاهہ تي تنوير عباسيءَ جا ڪتاب
2. تازو تنوير عباسي جو ڪتاب
3. لطيف لغات

توهان کي اگر ڪو ڪتاب هندستان مان گهرجي تہ ڪنهن نہ ڪنهن دوست هٿان موڪلي ڏيندوسانوَ.

توهان جو قربن وچان
نند لال جويري

15/03/92

پيارا ادا جناب نورالدين سرڪي ۽ پيا نندا وڏا. سدا سلامت هجو شال.

لنڊن مان موٽڻ کان پوءِ بروقت پهچ جو احوال موڪليو هوم. پر جواب پهتل ڪونہ آهي. البت نئين سال جي واڌاين جو ڪارڊ مسٽر اين. ڪي. ڪيولراماڻي جي ائڊريس تي پهتل آهي. ڪا ڀُل چڪ ٿي وئي هجي تہ نندو ڀاءُ سمجهي معاف ڪرڻ جي عنايت ڪندا. ڊاڪٽر هاليپوٽا ڏانهن بہ لفافو موڪليو هوم پر ان جو بہ جواب ڪونہ پهتو آهي. امڙ سنڌ جون حالتون اخبارن ۾ پڙهي ۽ ٿي. وي تي ڏسي دل ۾ طرح طرح جا انديشا ۽ اُدما ٿا پئدا ٿين. ڊاڪٽر صاحب لنڊن ۾ آهي يا سنڌ ۾ ۽ ورلڊ سنڌي ڪانگريس جي ٻين همراهن جو ڪهڙو حال آهي. سمورو احوال موڪلندڙ ٽپال ۾ موڪلڻ جو قرب ڪندا تہ دلجاءِ ٿيندي.

جيئن مان اڳئين چٺيءَ ۾ لکيو آهي. لنڊن مان واپس موٽڻ سان ئي مون لکنوءَ جي سنڌي پبلڪ ورڪرس جي ميٽنگ ڪوٺائي ڪين لنڊن ڪانفرنس تي تاهيل رپورٽ پڙهي ٻڌائي. سيني جي دل ڀرجي آئي جڏهن انهن امڙ سنڌ جي حالتن جي باري ۾ ٻڌو. بزرگن جي سامهون تہ پنهنجي جوانيءَ وارين پراڻين ڳالهين جي تصوير تري ڪري اچي بيٺي. پر ٿڌن ساهن تائين انهن جو رئيڪشن محدود رهيو. اسان ڇا ٿا ڪري سگهون؟ ڇا سنڌ اسان وري موٽي سگهنداسون؟ ڇا هند سنڌ وري هڪ ٿي ويندا؟ ڪنهن کي بہ ان باري ۾ ڪو وشواس نہ ٿو اچي.

هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ رهندڙ برک ساهتڪارن ۽ سنڌي پبلڪ ورڪرس کي بہ لنڊن ڪانفرنس جي رپورٽ ڏياري موڪليم ۽ تنهن کان سواءِ اندور ۾ ٿيل اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀاورن جي سيمينار ۾ شريڪ ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي ۽ ٻين اڳواڻن سان روبرو بہ خيالن جي ڏي وٺ ٿي. اوهان جي باري ۾ شري ڪيرت ٻاٻاڻيءَ خاص طرح سان پڇا ڳاڇا ڪئي. جو اوهان سان سندس پراڻي دوستي آهي.

سيني مدبرن جو رايو هو تہ ورلڊ سنڌي ڪانگريس جي فورم

جي مدد سان اسان کي سنڌي قومپرست سان لهه وچڙ رکڻ گهرجي. گهڻائيءَ ورلڊ سنڌي ڪانگريس جي هيڊ ڪواٽر کي سنڌ کان ٻاهر رکڻ جي حمايت ڪئي.

آڪٽوبر ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ورلڊ سنڌي ڪانگريس جي زير سايعي انٽرنيشنل ڪانفرنس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ۽ ان موقعي تي وچڙيل امڙ جو ديدار ڪرڻ لاءِ گهڻا ئي ورڪر آتا آهن. پر سنڌ جون هاڻوڪيون حالتون ڏسي ڪين انديشوآهي ته ڪانفرنس ٿيندي به يا مهمل ڪئي ويندي. تنهنڪري جناب قاسم ٻگهيو ۽ ٻين لوڪل واسطيدارن سان لهه وچڙ ڪري پڇي ٻڌائيندا ته انٽرنيشنل ڪانفرنس جي بار ي ۾ ڪهڙو پروگرام آهي. احوال جلد ڏيندا جو پاسپورٽ ٺهرائڻ ۾ به هتي چڱو وقت لڳي ويندو آهي. ويزا ڏيارڻ ۾ ته اوهان کي ئي مدد ڪرڻي پوندي.

لنڊن ۾ نڪتل فوٽو وغيره ته اتي سنڌ ۾ اچي ڏسبا. اُميد ته جناب لڪومل ڏياري موڪليا هوندا. اوهان جي دوست جي. ايم. بي جو ڪهڙو حال آهي؟ سندس ٻالهيون هتي مسٽر ڪيولراماڻيءَ، مامتاڻيءَ ۽ ٻين همراهن کي ٻڌايم ته کلي کلي ـ ـيرا ٿي پيا.

لنڊن ۾ جهڙي نموني وڏي ياءُ وانگر اوهان منهنجي سنڀال ڪئي مان عمر ڀر وساري نه سگهندس. اوهان جي مانچيسٽر واري ڪچي دوست اسلم انيس بلچ ۽ برمگهام وارن ساٿين لڪومل ۽ عطر سنگتاڻيءَ کي منهنجا قرب ڀريا سلام. اوهان اُميد ته ٻارن ٻچن سميت خوش خورم هوندا. ادي ارشاد مارئي فورم ۽ جيجي زرينا بلوچ کي به منهنجي طرفان سلام پهچائڻ جو قرب ڪندا.

حياتي هوندي ته آڪٽوبر92 ۾ اوهان جا ۽ امڙ سنڌ جا درشن ڪنداسي. سيني قومپرستن کي اسان جي ٻاران دلجاءِ ڏيندا ته اسان ڪٽي به هجون اسان جون آتمائون اسانجا روح سرزمين سنڌ امڙ سڳوريءَ جي گود ۾ آهن. سنڌي سدائين گڏ.

نيازن مان

گيان هيمناڻي لکنؤ.

لکنؤ
9/01/1985

پيارا دوست سرڪي. نمستي،

اميد تہ تون ڪٽنب سميت خوش خورم هوندين. تنهنجو نئين سال جي مبارڪن جو ڪارڊ مليو. مهرباني. تنهنجي پاران موڪليل مبارڪون لکنؤ جي ادبي دوستن وٽ پهچايون آهن ۽ پهچائي رهيو آهيان. منهنجي پڳوان جي در اهائي پرارٿنا آهي تہ تنهنجي ۽ منهنجي ڪٽنب لاءِ نئون سال خوشحالي ۽ ترقي وارو ٿئي.

اتفاق جي ڳالهہ آهي تہ ٽيون ڏينهن 7/01/1985 تي دهليءَ ۾ ڪناٽ پليس تي ملي ويو. ڳالهين دوران تنهنجو ذڪر آيو (اسين جڏهن بہ پاڻ ۾ ملندا آهيون تہ هو تنهنجي ۽ مسز سرڪيءَ جي ساراهہ نسبت ڳالهہ ڪندو آهي). مون بہ هن کي ٻڌايو تہ 'سنڌو سماج' جو سلور جوبلي پروگرام ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ توکي نيند پتر موڪليو هو پر ڪو جواب ڪونہ آيو. پر جڏهن ڪالهہ لکنؤ واپس آيس تہ مبارڪن جو ڪارڊ ڏسي.بيحد خوش ٿيس. اڄ وري اتفاق سان منهنجو هڪ ساٿي جاويد حسين ڳالهين ڪندي ذڪر ڪيو تہ هو ڪراچيءَ وڃي رهيو آهي تہ منهنجو من تو طرف تري آيو. مان هن هٿ 'سنڌو سماج' طرفان شايع ٿيندڙ تماهي ادبي مخزن "سنڌي گلشن" جا تازا پرچا موڪلي رهيو آهيان مونکي خبر ڪونہ آهي تہ پاڪستاني قانون موجب ملي سگهنديون يا نہ پر جيڪڏهن پهچي وڃن تہ اتي پنهنجي ادبي ساٿين کي بہ پڙهڻ لاءِ ڏج. جيڪڏهن سنڌي ادبي بورڊ وارن جو سفرنامو تو وٽ هجي تہ اهو بہ لکي موڪلج.

سنڌي ڪاڏي جو پاپڙ هڪ مکيہ حصو آهي. ٿورا پاپڙ بطور تحفي ۽ پاوناءُ موڪلي رهيو آهيان. جيڪي قبول فرمائج.

آخر ۾ اها وينتي آهي تہ جڏهن توهان جو پارت اچڻ جو پروگرام ٺهي تہ پنهنجي پروگرام ۾ لکنؤ کي شامل ڪندا جيئن ملاقات جو موقعو ملي سگهي.

شڀ اڇائن مان:

توهان جو
اين. ڪي. ڪيولراماڻي

14/03/1989

جناب نورالدين سرڪي صاحب خوش هجو شال

عرض تہ توهان صاحبن جو ڪارڊ مليو جنهن ۾ نئين سال جون مبارڪون موڪليون هيون. بيحد بيحد خوشي ٿي. دراصل مون تہ ان وقت ئي لکڻ ٿي چاهيو ۽ ٽيليفون ڪرڻ جي پڻ ڪوشش ڪئي پر ڪاميابي حاصل ڪونہ ٿي. ان وچ ۾ منهنجو هڪ دوست گيانيچندر راجپال سنڌ گهمڻ ويو ۽ ڪراچيءَ پڻ ويو پر اتفاق سان مون پاران توهان جو ڏنل سفرنامو هيٺ مٿي ٿي ويو خير.

هيءَ چٺي آڻيندڙ شريمتي نسيم بانو هت سيڪريٽريٽ ۾ ڪم ڪندي آهي ۽ پنهنجي ڪجهہ مائٽن سان ڪراچيءَ گهمڻ اچي رهي آهي. لکڻ جي حجمائيتي جريت ڪري رهيو آهيان تہ جيڪڏهن ڪو موقعو ملي سگهي تہ هن کي ڪراچيءَ جو سئر ڪرائيندا.

هن هٿ هڪ لکنؤ جي چڪن ورڪ جو ڪرتو تحفي طور موڪلي رهيو آهيان جيڪو قبول فرمائيندا.

چڱي عرصي کان جيوت چاولا لکنئو ڪونہ آيو آهي. مان توهان کي هن چٺيءَ معرفت قربائتي نينڊ ٿو ڏيان تہ ڪٽنب سميت لکنئو گهمڻ اچو ۽ توهان جو هت جوڳو استقبال ڪيو ويندو.

ڪٽنب جي سڀني ننڍن وڏن کي سڪ ۽ پيار

قربن مان۔

توهان جو

اين. ڪي. ڪيولراماڻي

الهاسنگر
23/03/1983

پريہ سرڪي صاحب.

اوهان کي هتان وئي لڳ ڀڳ ٻہ مهينا ٿيا. پر ائين محسوس ٿي رهيو آهي تہ ڄڻ اوهان سان ڪالهہ ئي ملاقات ٿي هئي. وقت ڪنهن جي رڪجڻ ۾ نہ آيو آهي ۽ نہ ئي ايندو ۽ زندگيءَ جو قافلو ائين هلندو رهندو. 14 مارچ فتاح ملڪ ۽ سندس اهليہ سان ملاقات ٿي ۽ 18 تاريخ هتان روانا ٿي ويا سنگاپور ڏانهن. پنج منٽ. وري دهرايان ٿو تہ پنج منٽ بہ مونسان اڪيلو نہ گذيو. چاڪاڻ جو ان ماڻهوءَ وٽ لٽو هو. جيڪو سيني کي مانيون ڪارائيندو آهي ۽ پوءِ قيد ڪري ڇڏيندو آهي. ڪنهن سان بہ ڪنهن کي بہ ملڻ نہ ڏيندو آهي. اڪيلو الهاسنگر جو وقت رکي بہ هنن کي الهاسنگر نہ وٺي آيو. بهانا ڪوڙ. هن گڏ 14 فوٽو موڪليان ٿو.

پهچ ۽ احوال جلد ڏجو.

اوهان جو ساٿي.
جئوير

14/03/87

پريہ نورالدين سرڪي. ادي شمس ۽ ٻار خوش هجو شال.

ادا سائين هيڏن ڏينهن ۾ اوهان جو ڪوبہ احوال ڪونہ آيو الائي ڇو! ايئرلائينس وارن جو غصو اسان مان ڪڍي رهيا آهيو شايد!

ايڏانهن اچڻ جي پروگرام ۾ وچي ٿي دير ٿيندي، ڪونہ ڪو ڪارڻ پيدا ٿيو پوي ۽ شايد ويجهڙائي ۾ اچڻ نہ بہ ٿئي.

اوهان جا ٽي ڪتاب ايا ڪونہ پهتا آهن. مهرباني ڪري جلد موڪلڻ جو بندوبست ڪندا. اگر هٿن هٿ نہ ٿئي تہ ٽرنسپورٽ معرفت موڪليندا.

شهلا، شائستا ۽ شهاب لاءِ دعائون.

ايشوري ۽ راڻي اوهان ٻنهي کي ڏاڍو ياد ڪن ٿيون. سندن سلام قبول ڪندا. ڪم ڪار هجي تہ بنا جهجهڪ لکندا.

اوهان جو ساٿيو
جئوير

دهلي
7/11/86

هري اوم

پيارا ادا نورالدين سرڪي. ادڙي شمس پنهنجي ٻچڙن سان خوش ۽ باغ بهار هجو.

پيارا سائين اوهان جي قرب ڀري چٺي 17/09/86 جي لکيل پهتل آهي. حال احوال سڀ معلوم ٿيو. پڙهي بيحد خوشي ٿي جو اوهان وري ياد ڪيو آهي. ادا جواب هن ڪان اڳ بروقت لکان ها پر ڪهڙي ڳالهه ٿا پڇو. ٣ مهينا ٿيا آهن تندرستي لڏيل آهي. ٢ آپريشن ٿيا آهن سي به هڪبئي پنيان ٻن هفتن ۾! موتئي پاڻيءَ جو ۽ پيشاب جي رڪاوٽ جو. انهيءَ ڪري ڪمزوري ڏاڍي ٿي پئي اٿم. اک جي آپريشن کان پوءِ لکڻ پڙهڻ بند هو. مس ڪري ڊاڪٽر لکڻ پڙهڻ ڏنو آهي. ادل جي اوهان اسان کي ياد ڪندا آهيو ته اسين به هت اوهان کي وساري ڪونه وينا آهيون. مان ته جڏهن اوهان واري ڪمري ۾ روز اچي وهندو آهيان ته اوهان جو نظارو اکين اڳيان اچي ويندو آهي. قسمت جي جدائي لکيل هئي سا آئي. نيٺ به اوهان کي پنهنجي وطن ورڻوئي هو ۽ هليا ويا. جڏي ويا اسان لاءِ قرب. سک ۽ پيار. ادا اهو به ڪرمن ۽ اڳين جنمن جو ڪو ناطو جڙيل هو جو هاڻ ظاهر ٿيو. 'مارئي' پستڪ ڇپجي تيار ٿيو. پيارو چاولا هت آيو هو. مون کان 20 ڪاپيون وٺي ويو. چئي ويو ته اوهان کي هو پاڻهي 2 ڪاپيون موڪليندو. پر اڃان اوهان کي پستڪ ڪونه مليو آهي. مان ته اهو موڪلڻ لاءِ تيار آهيان پر ڪيئن موڪليان. اوهان جو ڪوبه اهڙو دوست هتي ايندڙ هجي ته ان کي منهنجي ائڊريس ڏيندا ته اچي ڪٺي وجي. اوهان کي پڙهي خوشي ٿيندي ته منهنجا ٻئي ڪتاب "منهنجي حياتيءَ جو سنهرو ورق" ۽ 'مارئي' هت سرڪار پاس ڪيا آهن. اهي 150 ڪاپيون خريد ڪري سڀني لائبررين ۽ سنسٿائن کي موڪليندا. سڀ خدا جي رحمت آهي. دل ته گهڻي آهي ته اچي اوهان سان ملان پر هاڻ سرير ۾ دم ڪونهي . جي ميلو ٿيڻو هوندو ته ضرور ٿيندو نه ته ملڻ ريءَ مري وڃبو.

بس وڌيڪ ڇا لکان ادڙي ۽ ٻچڙي هت آيون. سندن سک پيار

۽ قرب اج ب ياد آهي. وري ڪڏهن تا چڪر لڳايو؟

اوهان سڀ ب خدا جي رحمت سان بلڪل مزي ۾ هوندا. اميد اٿم ت ب اکر ضرور لکندا ت خاطري ٿئي ت چٺي اوهان کي برابر ملي. پيار گهڻا ادڙيءَ ۽ ٻيبي لاءِ. سندرداس ۽ هرگوبند رامچنداڻي ب اوهان کي ياد ڪندا آهن. اوهان جو گهڻو پڇيو اٿن. وڌيڪ خير،

قرب ۽ پيار مان

روپچند ميڙائي

دهلي
7/11/86

پيارا ادا شال سدائين خوش هجو. توهان جي دادا روپچند ڏانهن لکيل چٺي پڙهي. سنڌ جي سڪ هميشه رهندي آهي. جي حياتي هوندي ته اچي ڪنهن ڏينهن درشن ڪبو.
توهان وري ڪڏهن تا اچڻ جو پروگرام ناهيو؟ حال احوال ڏيندا رهجو ڇاڪاڻ جو خط به اڌ ملاقات آهي.
ديو ڪرشن جي طبيعت ٺيڪ نه ٿي رهي. سندس حال احوال ايندو رهندو آهي. مان ۽ پتني شايد ٻئي مهيني بمبئيءَ ۽ راجڪوٽ وڃون.
هتي سڀ سک آنند آهي. قلم ڪي ڪڏهن ڪڏهن هلائيندو آهي ۽ اميد ته منهنجو ٻيو مزاحيه ڪتاب نئين سال ۾ ڇپبو. وڌيڪ توهان لاءِ نياز ۽ پيار.

توهان جو ياءُ
هرگوبند

لکنؤ
22/08/1980

پيارا سائين. اميد ته خوش باش هوندا.
هي مان توهان کي پهريون ڀيرو لکي رهيو آهيان. اسين هتان اتر پرديش جي راجڌاني لکنؤ مان "سنڌي گلشن" نالي ميگزين ڪڍندا آهيون. هڪ ڪامپليمينٽري ڪاپي توهان کي ڏياري موڪليان ٿو. جي توهان ٺيڪ سمجهو ۽ اسان کي خط لکندا ته اڳتي پاڻ ۾ ادب جي باري ۾ ڏي وٺ ٿي سگهندي. هن ميگزين جي باري ۾ به پنهنجو رايو لکندا ته مهرباني ٿيندي. خط جي انتظار ۾.
قربن مان
ڊاڪٽر شوانند ماهتاڻي

## ڪيئل داس ٻيڪوانڻي "فاني"

ڄم ڏينهن : 4 اپريل 1914

ڄم جو هنڌ: مياڻ جو ڳوٺ، تعلقو شڪارپور سنڌ

تعليم: ايم- اَي (انگريزي ادب)

ڪم: 18 سال تعليمي اداري ۾ استاد، پرنسيپل ۽ ايجوڪيشنل انسپيڪٽر

ادبي خدمتون:

١) شاعر، ليکڪ ۽ موسيقار، سنڌ ۽ هند جي ادبي رسالن ۾ درسي ڪتابن لاءِ ليک ۽ شعر، ڪيترن اڀرندڙ شاعرن جي رهنمائي ڪندڙ

٢) سينٽرل ساهتيا اڪيڊمي، سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريل جو ميمبر

٣) مڌيہ پرديش ساهتيا اڪيڊميءَ جو وائيس چيئرمين

۴) ممبئي يونيورسٽي ۾ پي- ايچ- ڊي شاگردن جو نگران

۵) 35 سالن کان ڀوپال ۾ ڪلاڪار منڊل جو چيئرمين

ڇپيل ڪتاب:

١) ريڊيو راڳ ٢) سامونڊي لهرون ٣) سک سوز ۽ ساز (گجرات ۽ ممبئي يونيورسٽيءَ پاران بي- اَي آنرس لاءِ منظور ٿيل ڪتاب

۴) مڪتي مارڳ ۵) خزان جي خوشبو. 1994 ڀيلا ڀن.

وفات 8 اپريل 1995 ڀوپال - ڀارت

66. سنڌي ڪالوني
ڀوپال (ايم پي)
15 آڪٽوبر 80ع.

منهنجا پيارا نورالدين،

سدا سرهو هجين!

مالڪ جي مهر سان تون پنهنجي مصروفيتن ۾ مشغول هوندين، ورهين جي وڇڙيل دلين ۾ اچا تائين اهيئي امنگ ڀريل آهن. اشتياق ملاقات جو اچا تہ مانو ٽيو ئي ڪونهي. ڪڏهن ڪڏهن تنهنجي نماڻي تصوير دل جي افق تي تري ايندي هئي، پر خاص هڪ واقعو جو مون کان نہ وسريو آهي، نہ وسرندو، اهو پنهنجي همعصر قلمي دوستن ۽ تعليمدان همراهن کي ٻڌائي فخر حاصل ڪندو آهيان. اهو تون ٻڌي شايد، پاڻ ئي وساري ويهڻ سبب، اعتبار نہ بہ ڪرين، اهو مان توکي ياد ڏياري پنهنجي حافظي کي پڻ تازو رکندو آهيان.

هڪ ڀيري نيو ايرا اسڪول ۾ قاضي صاحب انسپيڪشن تي آيو هو. ان وقت اسان جو اسڪول اڪيڊمي اسڪول جي احاطي ٻاهران هوندو هو. مان توهان کي جنرل انگلش ۽ سنڌي پڙهائيندو هوس. انگريزي ٽيڪسٽ مسٽر هاسانند جي ذمي هوندي هئي. مون کان قاضي صاحب پڇيو تہ، "Translation ڪير پڙهائيندو آهي؟" مان چيو، "مان" ۽ سنڌي پڻ "مان"، جو جواب ٻڌي شاهہ صاحب جو هي بيت پڙهيائين:

"تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل ويهڻ جي،
متان ٿئي اونداهہ، پيرُ نہ لهين پرِ جو."

عجيب ۽ ٽيڙو سوال پڇيائين تہ انهيءَ سٽن جي جنهن کي معنيٰ اچي اهو ان جو انگريزي ترجمو پڻ ڪري ٻڌائي. مون کي ياد آهي تہ اهو هڪ يگانو شاگرد تون ئي هئين، جنهن هيٺئن ترجمو پيش ڪيو:

"Awake, arise and stop not, till the goal is reached."

قاضي صاحب منهنجي پٺيءَ ٺپري چيو، "ماسٽر صاحب! توهانجي ڇوڪر تہ غضب ڪري ڇڏيو"، ۽ مان بيحد خوشيءَ سان گڏ فخر پڻ

محسوس ڪندو رهيس ۽ اڄ بہ جنهن ڪي اهو واقعو ورنن ڪندو آهيان تہ حيرت ڪائيندو آهي. ان ڪانپوءِ سنڌو درياهہ ۾ ڪروڙين ڪيوسڪ پاڻي وهي ويو هوندو. لکين ٻيا لائق شاگرد هتن مان نڪتا پر تو جهڙو ذهين ۽ قابل ملڻ محال آهي.

شيخ اياز توڙي تنوير عباسي ۽ ڪي ٻيا پنهنجون شايع ڪيل تصنيفون ڪو حيلو هلائي موڪليندا رهندا آهن. شيخ اياز پڻ پنهنجي مضمونن ۾ مون کي لازوال ڪري ڇڏيو آهي ايتري قدر جو مان پنهنجي اولاد کي چوندو آهيان تہ منهنجي نالي روشن ڪرڻ ۾ منهنجا محبوب شاگرد ڪافي ذميدار آهن ۽ نہ توهان (آهيو).

سنڌ جي خاڪ پاڪ مٿي مون کي ٻي ڪابہ چيز نہ سجهي. وقت جي وٿي، پنڌ جي دوري يا مجبوري اوهان وٽ اڏامي اچڻ کان روڪي رکيو آهي. اولاد کان بہ اهو نہ پچندو تہ منهنجي مٽي کي، وطن جي ولين جو واس وٺائي، اتان جي ڪانڊن ڪانڊن حوالي ڪري سگهن. آءُ سنڌ جي فراق ۾ هتي ڪيترن ماهنامن ۾ ڪي ڏينهن تہ نظم لکندو رهيس، البت تنگدستيءَ سبب پنهنجي قلمي ڪوشش جو اظهار، ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرائي ڪونہ سگهيو آهيان. سنڌي ادب کي ڇپائڻ ۽ ڪپائڻ ۾ وي جفا جيءَ جي ڏيٺي پوندي آهي. البت منهنجا شعر ايم. اي تائين اڄ بہ پڙهايا ويندا آهن. رائلٽي پڻ هزار ڏيڍ هر سال ملندي رهندي آهي. ڪتنب جي وڏي سبب رٽائر ڪرڻ ڪان پوءِ بہ Retyre يعني ٻيو ٽائر گاڏيءَ کي لڳائي گاڏي هلائي رهيو آهيان. سنڌي ادب ۾ تہ نمايان جڳهہ اٿم پر منهنجو ذوق ۽ جهڪاءُ موسيقيءَ طرف وڌيڪ آهي. مان هتي تسليم ڪيل گيت ڪار، سنگيت ڪار ۽ ٻدايي ۾ بہ آواز کي الاهي رحمت هيٺ ساڳيو ئي قائم رکندو آيو آهيان جو 1947ع جي سي ائنڊ ايس ڪاليج ۾ پهريون ۽ آخري دفعو گونجيو هئو ۽ هڪ ديهاتي يا دهقاني دوشيزه جيان، جنهن کي پنهنجي حسن جو پتو ئي نہ هجي آها ساڳي حالت ان وقت منهنجي هئي. هينئر منهنجي موسيقيءَ جا پروگرام ڀوپال، دهلي وغيره اسٽيشن تان نشر ڪيا ويندا آهن. لکندي خبر ئي نہ پئي آهي تہ مون کي ڇا لکڻو هيو ۽ ڇا لکي ويٺو آهيان. هيترن سالن جي ڏکهي عرصي جو طويل داستان ڪيئن هن ڪاغذي حدن ۾ قلمبند ڪري

سگھندس!

ميان! تنھنجي ۽ منھنجي زندگي ذري گھٽ ھڪ جھڙي آھي، مان بہ جيوت ڪشمڪش ڪري گذاري آھي. ريگستاني راھن مان، پاري پير پير پري مس مس شاھراھہ تي پھچايا اٿم. مونکي تنھنجو ائڊووڪيٽ اڪر پڙھندي ئي بيحد مسرت جو خيال پيدا ٿيو. تنھنجو عيد مبارڪ جو ڪارڊ منھنجي ھٿن تي ائين آيو، جيئن ڪو پاڪ پستڪ، آءُ ان کي ڏياريءَ ڏينھن پارڙن جي ھٽڙيءَ تي سجائي رکندس، سيپتا منھنجي فائيلن ۾ محفوظ رھندو جيستائين منھنجو روح ھن فاني پڃري مان پرواز ڪري وڃي. رواجي طرح شاگرد جو عروج تي پھچڻ استاد لاءِ فخر جو موقعو يا باعث آھي، پر مان اڄ تائين اھڙو فخر محسوس نہ ڪيو آھي.

استاد جيڪڏھن اعليٰ درجي جي شاگردن تي فخر ٿو ڪري تہ پوءِ بدتميز شاگردن لاءِ ڪيس لعنت جو طوق پڻ پاڻ کي پاٿو پوندو.

پر جي توجھڙا شاگرد جن پنھنجي جيوت پاڻ جوڙي آھي، مان خاص طور انھن شاگردن کي پنھنجو پيروڪار سمجھي ڳاٽ اوچو رکندو آھيان ۽ دل ۾ مسرت جي لھر ڊوڙي ايندي آھي. شال مالڪ توکي پنھنجي خاندان ۽ خوشين ۾ خوش رکندو رھي، اھا ئي آھي انھيءَ اڳيان التماس جنھن جھان جوڙيو آھي.

شال ڪو اھڙو ڏينھن سدورو سائين ڪري جو پنھنجي مادر وطن ڏانھن ھيتريون ھزارين نہ پر لکين ماريون پنھنجي مارن سان اچي ملير ۾ ملن. ھا، ملير جنھن جي ويجھو تون اڳ ۾ ئي اسان جي استقبال لاءِ شايد تعينات ڪيو ويو آھين. ويچارو پوڄراج گذاري ويو آھي. مسٽر ھاسانند پڻ ڪافي ضعيف ٿي ويو آھي. ساري سنگت کي سلام چوندا.

اٿاھہ اڪير مان، تنھنجو نہ وساريندڙ

ڪيئلداس " فاني "



# سجاڻپ...

**نالو:** نورالدين سرڪي

**والد جو نالو:** ڪمال الدين سرڪي

**جنم ڏينهن:** 5 مارچ 1927ع

**جنم هنڌ:** شڪارپور سنڌ

**تعليم:**
- ميٽرڪ 1945ع گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور سنڌ.
- انٽر سائنس، 1947ع سي اينڊ ايس ڪاليج، شڪارپور سنڌ.
- فرسٽ ييئر 1948ع اين. اِي.ڊي انجنيئرنگ ڪاليج، ڪراچي.
- بي.اي (آنرس) 1953ع، سي اينڊ ايس گورنمينٽ ڪاليج، شڪارپور، سنڌ.
- ايم. اي، 1955ع، ايس. ايم. آرٽس ڪاليج ڪراچي.
- ايل. ايل. بي، 1955ع، ايس. ايم. لا ڪاليج، ڪراچي.

**نوڪري:** استاد 53-1951ع، نيو ايرا هاءِ اسڪول شڪارپور سنڌ.
- اسسٽنٽ پروفيسر، 67-1954ع، اسلاميه آرٽس ڪاليج، ڪراچي.

**وڪالت:** 1957ع کان اڄ تائين، سنڌ هاءِ ڪورٽ ڪراچي.

**شغل:** 47-1945ع، سيڪريٽري، مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن، شڪارپور.
- 48-1947ع جوائنٽ سيڪريٽري، مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن سنڌ، ڪراچي.
- 1948ع رڪن، ڪميونسٽ پارٽي
- 51-1948ع رڪن انجمن ترقي پسند مصنفين
- 1953ع بنيادي رڪن، سنڌي ادبي سنگت (اڄ تائين لاڳاپيل)
- 73-1972ع رڪن، نيشنل عوامي پارٽي

**ادبي خدمتون:** شاعري- ترجمان
- 1957ع ۾ ليونالسناءِ جي ڪتاب جو سنڌي ترجمو، "نيٺ ڇا ڪجي؟" جيڪو سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1957ع ۾ ڇپيو ۽ ٻيو ڇاپو 1994ع ۾ ڇپيو. پهريون ڇاپو ۽ 1994ع ۾ ٻيو ڇاپو ڇپيو.

**ڪتب:** شمس، گهر واري

ٻار: شهلا، شائسته، شهاب

**هاڻوڪو پتو:** 105-104، پيراڊائيز چيمبر، لڳ پاسپورٽ آفيس، ڪراچي، سنڌ.

فون: 85-5675184 فيڪس: 5674397

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا.  جيـڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽  غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيـو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳـو پَـنَ سان اُن جـو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَس پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اَٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٿوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)